# شاهاڻو شاهه

مصنف

مسٽر لالچند امر ڏنه مل جڳتياڻي



ٽي سؤ ساله جشن ولادت
شاهه عبداللطيف ڀٽائي
١٦٨٩ع ـــ ١٩٨٩ع

شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز
ڀٽ شاهه حيدرآباد

پهريون ڇاپو ۱۹۱۴ع

ٻيو ڇاپو ۱۹۸۹ع
تعداد ۾ هزار ڪاپيون

قيمت ۰۰-۲۵ رپيا

هي ڪتاب مهتاب اڪبر راشدي سيڪريٽري سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو ۽ اعزازي سيڪريٽري شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ آفتاب ابڙي انچارج پبليڪشن سيڪشن جي نگراني هيٺ آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي وٽان ڇپيو.

# ٻه اکر

ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، شاهه عبداللطيف ڀٽائي
جي فڪر جي ڦهلاءَ لاءِ نون تحقيقي ڪتابن ڇپائڻ سان
گڏ نادر قلمي نسخا ۽ اڻ لڀ قيمتي ڪتاب شايع ڪندو
رهيو آهي.

ورهاڱي کان اڳ شاهه سائين تي جن محققن ڪم
ڪيو ۽ "لطفي باغ" ۾ سندر ٻوٽا پوکيا. اڄ اسين
انهن جو ٿورائتو ڪائي رهيا آهيون، هر ڦل جو سواد ۽ سڳنڌ
پنهنجو آهي، پر لالچندامرڏني مل جي ميون جو ساءُ
۽سواد ئي نرالو آهي.

لطيفيات ۾، لالچند امرڏنو مل پهريون اديب آهي،
جنهن تنقيد جي عالمي اصولن کي سامهون رکي، شاهه
سائين جي ڪلام جي پرک ڪئي ۽ مقرر ڪيل اصولن
سان ثابت ڪيو ته شاهه سائين انساني قدرن ۽ احساسن
جو روشن مينار آهي. سندس ٻولي با محاوره ۽ سليس
آهي، جنهن ڪري پڙهندڙ ڪڏهن به ڪوفت محسوس نه
ڪندو، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي چوڻ مطابق
ڪيس "سلاستِ جو سائين" چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو.

ڪاڪو لالچند سنڌ، سنڌي ٻوليءَ ۽ شاهه سائين جو سچو شيدائي هو، هن پنهنجي زندگي سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي خدمت ڪندي گذاري.

۱۸ اپريل ۱۹۵۴ع تي هندستان ۾ وفات ڪيائين. وصيت ۾ چيو هئائين ته "سندس هاڻي (هڏن جي خاڪ) کي گنگا جي بجاءِ سنڌوءَ ۾ وهايو وڃي."

ڪاڪي لالچند جو انمول ڪتاب "شاهاڻو شاهه" (۱۹۱۴ع) ايترو ته اڻلڀ هيو، جو پراڻن پارڪن وٽ به انهي جي ڪاپي ڪانه هئي. آخر اهو ناياب نسخو ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي صاحب وٽان مليو، جنهن لاءِ اسان سندس مشڪور آهيون. پروفن پڙهڻ جي تڪليف ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب کي ڏني سين، جنهن اها سڪ سان قبولي.

اميد ته اسان جون هي ڪوششون لطيف سائين جي محققن سان گڏ عام پڙهندڙ لاءِ پڻ لاڀائتيون ثابت ٿينديون.

ڪراچي
۲سيپٽمبر ۱۹۸۹ع

**مهتاب اڪبر راشدي**

سيڪريٽري،
ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڪاميٽي

پنهنجي پياري ناني
سرڳواسي ديوان رامچند
ولد ديوان مولچند لالواڻي
جي نمت
ارپيل

مصنف

# منڍ

ماءُ ڇٽيندي پٽڙا ٻاڳ نہ ڏيندي ونڊ. لکندڙ بہ ڪتاب گهٽيئيِ لکي وجهي، ٻر ٻاڳ جي ونڊ ڪا ڏيئي سگهندن! هڪي ڪتاب تي شايد محنت بہ ڪا پوري سوري ڪئي هونداءِ تہ بہ ڇاپي ۾ اجهو آيو رهيو، ٻئي ڪتاب تي نور نہ ڪٽي نچوئي، تہ بہ اهڙو سٺرو نڪري نروار ڇو ٿو ٿئي؟

هن رسالي لکي ڪي ٿورڙا ڏينهن ڪين ٿيا. هن ڪان پوءِ ٻيا رسالا لکيا، سي ڇپيا، سي نيڪال ٿيا. پر هن سدوري جي ڪرمن جون ڪهيون، تنکي اهڙيون ڪي ڏاڍيون ڏهيون اڇي ويون هيون، جو هيلتاءِ وڏيون ٿي ٿي. ڪي چوندم وڏن گهر وڏا وياڙ. بيشڪ. پر پٽ جوان مڙس ڪنوارو وينو رهي، سا ڳالهہ جس ٻري نہ آهي. مٿي جواني جوان جي هوند انهينئي سڙي وڃي. رسالو بہ لکيو تيار ٿي پيو هجي، ۽ ڇپجي بہ نہ، تہ شڪ

نہ آهي اُڏوهي کائي وڃيس. اُنکري وڏا ودوان ڀانيڻ سروڻ پڇائي، هن رسالي جي ڪين ڇپي جنم پتري ڏيکاري، سڀ لڳن ۾ ڪٺي سنڌي ساهت سوسائٽيءَ ڪي پرڻيو ٽيمانس. تڏهن وڃي ڪرمن مان ڪاڻ لٿي اٿس، ۽ جنن تنن سنڌس موکہ ٿي آهي.

گهوٽ گهوڙيءَ تي چڙهيو تہ سنڌس ڳالهائڻ تي ملھ پيو. اُنکري چاڃي ماڃي جيڪو چاهي تہ گهوٽ مونسان ڳالهائي، تہ مهرباني سنڌس، هٿين خالي نہ اچي.

۲۴ سپٽمبر ۱۹۱۴ع
حيدرآباد سنڌ.

**لالچند امر ڏنہ مل جڳتياڻي**

# شاهاڻو شاهه

آخوند گل محمد پنهنجي ديوان گل ۾ چيو آهي
تو منجهان جڳ کي مليو رحمان فيض،
جن ملڪ حيوان ۽ انسان فيض.

*　*　*　*　*　*

لعل ٿيو لاهور لالن تو ڪنان،
مفت نئو محبت منجهان ملتان فيض،
سال ٿيو سرهند تنهنجي صدق ۾،
تو ڏنو تبريز ترڪستان فيض.
ٿئا خراساني تنهنجا خالص خلوص،
علم ۾ انکان دٖهنو ايران فيض.
چاه تنهنجي ۾ ٿئا چشتي چڱا،
ياد تنهنجي ۾ لڌو يونان فيض.

تنهن ۾ به

سنڌ کي توکان سرئو سيڪي سخي،
خوب وڻتو ساري هندستان فيض.

ان ڏس ۾ سنڌ سان خاص وڏ ٿيو آهي، ان ۾ ته ترماتر به شڪ ڪونهي. ڳوٺ ڳوٺ کو وجي ڦري ڏسي: سنڌ جي اهڙي ڪنڊ ڪڙڇ رهي ڪانهي، جتي هڪ نه ٻئي پير يا اولياءَ جو مقبره نه آهي. وري اُهو مهينو پالهو ڪونهي، جنهن ۾ هڪ نه ٻئي فقير جي درگاه تي ڏام ڌوم سان ميلو نٿو لڳي. سنڌڙي هونءَ گريبڙي، پر هي جو شرف مليو اٿس، تنهنجي برڪت سان سندس شان سينتان سرس آهي، سندس مان مڙتنان متي آهي. سونهاري سنڌ جي انهن ساءِ لوڪن نه رڳو اول درجي جي فقيري ڪمائي آهي، پر شاعريءَ جو دَمُ به هنيو آهي. اسان اوپر وارن جي عقل پٽاندر شعر جي معني ئي چاڙڻ يا پروڙڻ آهي، ۽شاعر اُهو آهي جنهنکي اها ڏات ڏسن جي ڏاتار پنهنجي گنج ڀرپور مان ڀري ڏني آهي: ۽ هونءَ ئي اسانوٽ شاعر ۽ وليءَ جي وچ ۾ فرق خير ڪو سمجهڻ ۾ ايندو آهي، ڇو جو سندن رهت پهت مان ئي پڌرو آهي ته ٻئي الهي اسرار ۾ عرق آهن، ۽ ٻنهي کي جهان جي ڳجهي ڳجهارت ڀڃڻ جو اعلي عهدو عطا ٿيل آهي. پوءِ اُهو شاعر ڪهڙو جو سڀ شئي جي معرفت شان الهي ۽ حسن خدائيءَ جو ساکي نه ٿئي؟
اهو شاعر ڪهڙو جو ماٺهن ۾ ۽ مرن ۾، ندين ۾ ۽ نارن ۾، سمنڊن ۾ ۽ ساگرن ۾، جهنگلن ۾ ۽ ٻيلن

۾، جبلن ۾ ۽ ٽڪرن ۾ ڏٺيءَ جو ڪجهه نه پروڙي.
سچو شاعر

"مروئان موران پکئان والئي ٻي نه" ٿو پلي،

۽ هو چائي ٿو ته

"هو هلا چو هل سپوئي سندو سجڻين" پيو هلي.
ان ڪري شاعر سياڻو سڀ شئي تي عاشق آهي،
۽ عاشق صادق وانگر هر شئي جي هو صفت پيو ڳائي:
پڻ هو مثل ڪمانگر جي آهي، ۽ ڪمانگر وانگر شين کي
نت زباني رنگ پيو ڏئي.

سندس لاءِ هر وقت ۾ وروڻهن آهي، ۽ سڀ مند
۾ مزج آهي. وسڻ ۽ ويراني، سوڪ ۽ ٻوڏ، سيارو ۽
سانوڻي، سڀن ۾ هو سائينءَ سڳوري جو هٿ پيو پسي،
۽ هنجي وڏي وڏائيءَ جو وڏو ويچار ڪيو، هر وقت پيو
هسي.

هر ويل، هر هنڌ، سندس هوش جاءِ آهي، ۽ جاچ
جو به هو بلڪل جبرو آهي: ۽ نه رڳو جاڳندي هو چست
آهي، پر ننڊ ۾ به هو قرّت آهي.

مطلب ته هو ڪذهن به ڪڪ ٿو گذاري ۽ سداءِ
تن تنبورو ڪيو، پنهنجي حال ۾ مست ٿيو، مزي ۾

حياتيءَ جا ڏينهن پيو گهاري. ان ڪري ڪڏهن به ڪنهن اوپري واري شاعر جو شعر پڙهجي، ته هيءَ ڳالهه سداءِ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته مراد سندس سداءَ اعلي آهي، ۽ شاعر رڳو حق جي نرواري پيو ڪري.

پر هن رسالي ۾، شاهانه شاهه جو ان مد نظر تي رڳو مٿاڇرو ويچار ڪرڻو آهي، باقي سندس علمي لياقت ۽ بلند ۽ باريڪ خيالن کي ظاهر ڪرڻ جي جا قابليت آهي، اُنکي سو چڱيءَ ريت جاچي ڏسڻو آهي.

# شاهہ جي ساري رسالي تي

## نقطہ چينيءَ جي نظر

هندوستان جي راڳ وديا انوسار مڙيئي ٦ راڳ ۽ ٣٦ راڳڻيون آهن. شاهہ صاحب جي رسالي ۾ بہ ڪجھ سُرن تي اصلوڪن راڳن جا نالا آيا آهن، باقي ٻچيلن تي وري، مضمون ڏسي، پوءِ نا لا وڌا ويا آهن. ۽ ائين چيو دهليءَ جي ٻن اُستاد اٽل ۽ چنچل جي صلاح سان ڪيل آهي. اهي ٻہ استاد شاهہ صاحب جي حضور ۾ رهندا هوا، ۽ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي معرفت سائس واقف ٿيا هوا. چوڻا تہ ٻئي جڏهن ويهي وڻس ڳائيندا وڄائيندا هوا، تڏهن پاڻ هٿن جا نهن نهن تي هٽي پيو تال وڻندو هو، ۽ راڳ جي ٻڌڻ ۾ ڏاڍو محو ٿي ويندو هو. پوءِ درد بہ اُتي تہ خوشي بہ اُتي. سرهو بہ پيو ٿيندو هو، تہ اکين مان ڳوڙها بہ پيو ڳاڙيندو هو.

پر هينئر جيڪو "شاهہ جو رسالو" هالو چالو آهي، تنهن ۾ نجوني شاهہ صاحب جو شعر نہ آهي. خصوصا سُر بيراگ ۽ سربسنت بهار، سر هير رانجهو ۽ سر

سينهن ڪيڏارو، سر مارئي ۽ سر ڏول مارئي، سر پورب ۽ سر ڏنا سري، سر ڪاموڏ ۽ سر ڪارايل، اهي ڏه سر سارائي سندس نه آهن. اِن ۾ ڪجھ جيترا بيت آهن، جي شايد، ڳائڻا ۽ فقير جي وٽس ڳائيندا وڄائيندا هوا، تن جا چيل آهن ۽ شاه جي رسالي ۾ درج ٿي ويا آهن جو ڪاتبن سنڌو سيڙهو ڪيوئي ڪونهي، جيڪو ڄيڪو شعر شاه جي حضوريءَ ۾ ڳاتو ويو آهي- ڇا خود شاه صاحب جو، ڇا ٻين ڳائڻن جو- سڀ ڪٺو لکندا ويا آهن. پر جي ڪاتبن ڪان ائين ٿي ويو آهي، ته تعليم ڪاته وارن ٻه اِن ڏس ۾ سذارو خير ڪو ڪيو آهي. اُنلوئي اٽڪل ٩٠٠ ڪافيون ۽ بيت خود شاه صاحب جا چيل، جنجو جهڙو آهي مفيد مضمون تهڙي آهي عمدي عبارت، سي سرڪاري رسالي ۾ آندائي نه اٿن.

انهي رسالي جي ٻي هيءَ خامي آهي، جو بيت پنهنجين پنهنجين جايت تي برابر بيٺل نه آهن. هڪڙي سر جا بيت ٻي سر ۾ اچي ويا آهن. ڪن بيتن ۾ ڪي مصرعون اهڙيون به آهن، جنجو قافيو برابر نه آهي، ۽ ڪٿي ڪٿي ته لفظن ۽ مصرعن جون پڙهٽيون بلڪل غلط آهن، جنهنڪري بيت ڪجسا ۽ بلڪل بيتا لاٿي پيا آهن. گهٽن هنڌن يا ته ڪيترا لفظ پيل ئي ڪينهن، ۽ مصرعون هلڪيون پيون لڳن، يا ته مصرعون اصل عدم پيدا آهن. ڇڪن جون منجهس ٻاجهون لڳيون پيون آهن، ۽ هيتريون منجهس خاميون آهن، ته به ائين ڪو نه ڇنبو ته اهو ڇاپي وارو سرڪاري رسالو سنڌين کي ٿئو وٽي. ٿو ري

عرصي اندرئي جو ٻيو ڀيرو ڇاپي ۾ آيو آهي، تنهن مان
ئي پڌرو آهي تہ سنڌي چاهہ سان پڙهنس ٿا، ۽ هنن اُنکي
واسي ڏوپي جاري تي رکي نہ ڇڏيو آهي. سبب هي آهي
جو شاهہ صاحب جي شعر ۾ ڪئين خوبيون ۽ خاصيتون
آهن، جن ڪين موهي ڇڏيو آهي.

# شعر جي خوبين تي ڪنو ويچار

(١) تہ "شاه" جهوني ٽيڻ جو بنهہ آهي. سندس شعر پڙهہ تہ منجهانئنس نت نئون مزو پيو اَچي. سبب هي آهي جو شاه صاحب جيتوڻيڪ مسلمان آهي، ۽ عربيءَ ۽ فارسيءَ مان چڱو واقف ٿوڏسجي، تہ بہ پنهنجي شعر ۾ گهڻو ٺٺو نج سَنڌي لفظ ڪتب ٿو آڻي. مثلاً "وحدت وجودي" وارو ڳوڙهو خيال تہ جيڪي آهي سو "هڪ" ئي آهي، ۽ ساري پرتويءَ، نہ ساريءَ جوڙِ ۾ هڪ جوئي جلوو آهي، ڪهڙو نہ سولن ۽ رواجي لفظن ۾ وجهي نروار ٿو ڪري. جي

ڪوڙين ڪايائون تنهنجون لکين لکہ هزار،
جيُ سيڪنهن جيءَ سين درسن ڏارون ڏار.
سوهي، سو هو، سو اجل، سو الله،
سو پرين، سو پساه، سو ويري، سو واهرو.
گل گل پسي گودڙيا گهڻا نہ ڀانئيج،
سوئي سچائيج، هي هو آهي هيڪڙو.

۾ جي موادي فارسي ۾ عربي لفظ تصوف جي نرواريءَ لاءِ درج ٿو ڪري، تہ اُهي سنڌي اصطلاحن سان اٿين ٿو ڦهڪائي بهاري، جو چڻ جڙت ٿو جڙي ۾ موتي ٿو پوئي. مثلا هيٺيان بيت آهن، جن ۾ بہ ساڳيو "وحدت وجودي" وارو خيال ٿو آئي.

عاشق چوڄ اُنکي، م ڪي چوڄ معشوق،
خالق چوڄ خام تون، م ڪي چوڄ مخلوق.

وحد تان ڪثرت ٿي ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو ٻوليءَ ٻيءَ نہ ڀل.

پاڻهين جل جلالہ، پاڻهين جان جمال،
پاڻهين صورت پرين جي، پاڻهين حسن ڪمال،
پاڻهين پير مريد ٿئي، پاڻهين پاڻ خيال،
سڀ سيوئي حال منجهان ئي معلوم ٿئي.

پاڻهين پسي پاڻکي، پاڻهين محبوب،
پاڻهين خلقي خوب، پاڻهين طالب تنجو.

(٢) شاهاڻو شاہ لفظ ساز بہ واہ جو آهي. شئي کي جاچيو ڪريو نالوئي وٺيو پنهنجو ڏئي. مثل سرماروئيءَ ۾، سِپَ کي ٿو ٻِڦُڙي سڏي. چي

سپ سمنڊين سپجي ابر آساروس،
ٻاڙو پني نہ ٻپڙي منو منهن لڳوس.

کهڙو نہ پورو نالو آهي!

(۲) اکرن جو تہ اکٿ ڀنڊار آهي. هڪ هڪ لفظ جا ڪيترا تہ ثاني ٿو ڏئي. اُٿ ئي اُٿ: تنهن لاءِ ڪرهو، چانگو، ليڙو، توڏو، گونرو، ميو، ٻور، بوتو سڀ آڻي ٿو شعر ۾ سوڙها ڪري.
وري تير. تنهن لاءِ بہ سيلو، پيلو، لوري لوه، ڪان، بان ....هليو هلي.

بهادر لاءِ تہ جهڙي تهڙي فهرست ٿو ڏئي. وير، ڪرپو، مهائي، جنگ، پانو، مانجي، سذر، ورنه، ڪونئر، بانڪو، پاونگ، گهوٽ، راوت . . . . جواب لڳا پيا آهن. حساب ئي ڪونهي.

پر ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ هيترا سارا لفظ شاعر ان لاءِ ٿو ڪتب آڻي تہ پنهنجي هوشياري ڏيکاريان، اهڙي ڪوشش هن ڪٿي بہ نہ ڪئي آهي. اڳتي ڏسبو تہ ڪئن نہ سارو سندس شعر لس ئي لس هليو اچي. پاڻيءَ تہ پاڻيءَ جي نهر آهي جا بنا ڪنهن اٽڪ پيئي ٿي وهي. ڇڪ تاڻ منجهس ترما تر بہ نہ آهي. سيا ويڪ جئن الهام ٿيو اٿس تئن شعر چوندو ويو آهي.

(۴) ڪن عالم علم وارن جو نيڪ رايو آهي، ته شاه جي شعر ۾ نڪو آهي بحر نڪو آهي وزن، رڳو نالي جو قافيه ۽ رديف آهي. پر سندس بيتن جي بيهڪ ۽ تڪن جي ڦهڪ مان معلوم ٿو ٿئي، ته جي علم عروض جا ارڪان گهڻا منجهس نه آهن، ته به سڀئون ساريون ته بلڪل هموزن آهن ئي آهن. وري ڪٿي ڪٿي، ڪنهن بيت جي پهرين يا پوئين مصرع جو اڏيا ڪو پاڳوئي، ڪيترن بيتن ۾ وري وري جو ٿو اچي، يا ڪٿيڪٿيتڪ جو هڪڙو ئي لفظ ڦيرائي، يا فقط ٻن لفظن جي پاڻ ۾ جاءِ مٽ ڪري، يا هڪڙي لفظ بدران ٻيو لفظ ساڳيءَ ئي معني وارو آڻي، سڄي بيت جو قافيه جو ڦيرائي ٿو ڇڏي، سو ته هيڪاري سندس شعر کي ڪٽي ٿو ڏئي.

مثلا هيٺيان بيت آهن، جن ۾ اچي "منهن موچارن، اندر ڪارن" تي پيو آهي. ڇي

منهن ته موسي جهڙو عادت ۾ ابليس،
اهڙو خام خبيث ڪڏي ڪوه نه ڇڏئين.
منهن ته موسي جهڙو سيرت شيطاني،
بازي بيراني ڪڏي ڪوه نه ڇڏئين.

سر سراڳ ۾ پڻ اهڙي نموني ر وا بيت جهجهائي آيا آهن. ٻي فصل ۾ "هڪي ٻانهي چت ۾، ٻي صاحب سنواري" اِن تي اچي پيو آهي. ڇا ٿو چوي؟

هڪي ٻانهي چت ۾، ٻي صاحب سنواري،
دنگي هن درياه مان هلائي هاڪاري،
ترازو تاري سٽڙ سيپيني ڪري.

هڪي ٻانهي چت ۾، ٻي سنواري صاحب،
ڪيڏي اونهي ڪن مان اِيُ آڳي جو عجب،
اِيُ سائينءَ جو سبب جِنَن ٻڌا اُڪاري ٻار مان.

هڪي ٻانهي چت ۾، ٻي جا ڪري الله،
پاڻهي وجهي ڪن ۾، پاڻهي اُڪاري اوڙاه،
تنهن واحد کي واه! جو سٽڙ سيپيئي ڪري.

هڪي ٻانهي چت ۾، ٻي جا الله ڪري،
پاڻهي وجهي ڪن ۾، پاڻهي ڪنديءَ ني،
سٽڙ سي ڍوني جي تڙ تواني مڪڙا.

وري هي بيت سر ساموندِيءَ وارا آهن، جن ۾
ساموندين جي اُسهڻ تي ور لاپ ٿو ڪري. چي

مون اُپي تڙ وٽ پرين پڳ ڇوڙيا،
ڪامون ۾ گهٽ، ناتہ سڄڻ سڀاجها گهڻو.

مون اُپي تڙ هيٺ پرين پڳه ڇوڙيا،
ڪا مونهين ۾ ڏيٺ، نا تہ سڄڻ سڀاجها گهڻو.

مون اُيي تڙ جهل پرين پگھ چوڙيا،
ڪامو نهين ۾ اَل، نا تہ سڄڻ سڀاجها گهڻو.

مون اُيي تڙ پاس پرين پگھ چوڙيا،
هو الله آهار اوهريا آءُ دم دم دعا ڪندياس،
آه نہ لاهينديا‌س، موٽي ايندا مون گهرين.

اهو رستو اهڙو ڀنو آهي، جو سندس شعر وري وري پڙهہ تہ بہ ماڻهو ڪڪ ني نہ ٿئي. هڪڙا ڳالهہ کي وڌائي ورهيہ ڪندا آهن، تہ ٻڌندڙ کي چڙ پيئي ويندي آهي، پر شاه جي اُپٽار اهڙي آهي، جو منجهانئس پاڻ مزو پيو اچي.

(٥) لنبي چوڙي ڳالهہ کي ٿوري ۾ چٽائڻ جو بہ اُستاد آهي. سسئيءَ تي يا تہ سڄا سارا ٥ سر ڏيئي ويو آهي، يا تہ ساريءِ ڳالهہ جو مطلب ٻن تڪن ۾ چٽائي ٿو ڇڏي. ڇي

سر جي تان سور ساماڻي تان سڪہ ويا،
اُهي ٻئي پور نماڻيءَ نصيب ٿيا.

گوادر ۾ موڪيءَ نالي هڪ عورت کي گتو هوندو هو، تنهنجي شراب واري مٽ ۾ هڪ لڳا هڪ سپ وجي سري پيو، جنهنجي مائيءَ کي سڌ رهي ڪانہ. گراهڪ جي

وٽس آيا تنکي مائيءَ انهي مٿ مان پٽ پري پياريا. هنن يارن پيالا چاڙهيا، ۽ ڍيري ٽي پنجي رهيا. انهيءَ ڳالھ تي ٻه نه ته ڪجھ جيترا بيت ڏنا اٿس، پر ساريءَ جو سار پڇاڙيءَ منجھ ٻن تڪن ۾ آڻي ٽو پورو ڪري ٿو

موڪيءَ سندي مٽ ۾ سري سپ پيو،
اِيُ قضا ڪم ڪيو، ڪونهي ڏوھ ڪلال جو.

(٦) شاھ جو شعر سنجيدو ۽ سوادي، سڪ پريو ۽ سريلو حد گهڻو آهي، ۽ جيتوڻيڪ ڪيترن هنڌن لفظن تي ڏاڍيون تجنيسون ڪيل آهن، ۽ ڏاڍا مزي جهڙا بيت ڏنل آهن، ته ٻه منجهن اندروني مطلب ڏاڍو ڳوڙهو رکيل آهي. سر سهڻيءَ ۾ سهڻيءَ جي واتان ٿو چوارائي

جاھڙ اندر جيءَ ساهڙ ڏني ساھ کي،
ساهڙ چڙي نه ساھ جي ساهڙ ساهڙي ريءَ،
ساهڙ ميڙ سميع! ته ساهڙ چڙي ساھ جي.

هن بيت ۾ لفظ " ساهڙ" تي ٿو تجنيس ڪري ۽ چوي ٿو ته هي خاڪ مٽيءَ جو پتلو تنهن ۾ جو ساھ آهي، سو سڀ آتما جو پرتاب آهي ۽ آتما کي سرير سان وري ڏٺيءَ پاڻ ڳنڍي چڏيو آهي. هاڻ ڏهاڙکي پاءُ اٿي جو سيڪوئي پيو کائي، ۽ نکون ساھ ٻه هر ڪو ئي پيو ڪٽي. پر هي منڪ جو هن مرت لوڪ ۾ آيو آهي، تنهنکي هتي ئي ته قبو نه اڏائٹو آهي. سرت نرت، سڌ ٻڌ مليا

اٿس، تہ جاچي ڏسي، جو اصل پاڻ ڇا آهي؟ ۽ هتي ڇالاءِ آيو آهي؟ جڳياسو جڏهن اِن ڪڙيءَ کي رسي ٿو، تڏهن ڇاڻ تي ٿئيس تہ هي ڳالهيون سمجهجن تنهن لاءِ سرير مان خير ڪو ڪارج سڌ ٿيندو، هي آتمائي جو ڪم آهي. پر سندس آتما تي سرير جا آورڻ چڙهيا پيا آهن، ۽ ڀرم ۾ جو پاڻ پني ڀٽڪيو آهي، تنهنجو سبب اهو ئي آهي جو اجا ڪيس پنهنجي سچي پاڻ جي پروڙ نہ پيئي آهي. هاڻ اها پروڙ پويس تنهن لاءِ ڪيس گور پير جي سهائتا جي ڏاڍي گهرج آهي. گوربن هنن ڳالهين ۾ گهر انذار آهي. وهنواري ڳالهين ۾ ئي ٻين جي ڪيتري مدد وٺڻي ٿي پوي؟ هي تہ پرمارٿي پروليون آهن ۽اهي هو ڀيجي سگهندو ئي ڪين، جيستاءِ ڪو ڪامل مرشد ڪيس نہ مليو آهي.شاه صاحب بہ هن بيت جي پهرين ٻن سٽن ۾ اهڙو خيال ٿو آڻي، ۽ٻيچارڙيءَ واري تڪ ۾ سائين سڳوري کي وينتي ٿو ڪري تہ "هي سميع! سڀ حال سڻڻ وارا! تون پنهنجو وڙ ڪر، ۽ اهڙو ڪو هادي رهبر ملاءِ جو منهنجو نيتارو ٿئي."

وري هي سر ڪلياڻ وارو بيت آهي. ڇي
ڪاتي تکي م ٿني، مرمنيائي هوءِ،
مان ورمن توءِ مون پريان جا هٿڙا.
منيائي معنيٰ مُڏي، لمي. ورمن معنيٰ ترسن، ٿهرن.

مطلب ڇا تہ ڀل تہ ڪاتي مُڏي هجي ۽ تکي نہ وهي. ڇو تہ پوءِ من منهنجو محبوب مونکي پنهنجن

مبارڪ هٿن سان ڳچ مهل جهلي بيهي. ڪاتي تکي هوندي تہ هڪڙوني ڏڪ هٽي سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيندم. هوندي مڏي تہ اوس ڪنڌ ڪپڻ لاءِ مونکي ڪنڌ کان جهلڻو پوندس. ڪهڙي نہ سهڻي حجت! شعر هنکي چنبو آهي. اينن نہ سمجهڻ کپي تہ بيت جا رڳي لفظ سهڻا آهن. صوفي طالب پنهنجي ڪنڌ تي ڪاتي جا وهائڻ ٿو ڏئي، تنهن مان هنکي فائدو ڪهڙو ٿو رسي؟ سندس من ترشنائون ٻجهي ٿيون وڃن. هاڻ صوفي سڳورا چاهيندا آهن، جو اينن اُمالڪ نہ ٿئي، ڏيري ڏيري اُتي ٿيندي وڃي. ڇو جو سپاريڪ آهي تہ شيءِ ڪشالي ۾ مٺا ڪٿ سان پڙ پيي ٿي، تنهنجو قدر هرگز گهٽو ٿو ٿئي. هن بيت ۾ بہ ساڳيوئي خيال نروار ٿيو آهي.

(٧) ٻيو ٿو ڏئي پروليون. لفظن ۾ اُنجي آهيني ڪين. پر سندن ارٿ ڏاڍو اونهو آهي. سرسراڳ ۾ ٿوچوي:

مالڪ منڌ هٿان پيتيءَ ۾ پرزا ٿيو.
سڄو تا، سيد چئي، لهي لکہ سوا،
پڳي پچاڻا پدمنان پري ٿيو.

وياسي وينجهار هيرو لال وڻڏين جي،
تنين سندا پويان سيهي لهن نہ سار،
ڪٿين ڪٿ لهار هالي اُنهن پيٽنين.

۽ سر آبريءَ ۾ سسئيءَ کي ٿو چوي:

ويھ مَ منڌ پنھيور ۾، ھاڙھي ھڏ مَ ھل،
ڪوڙي ڪج مہ ڪڌھين، سچي ڳالھ مہ سل،
جانب لي مہ جل، سور وسارم سسئي.

سر آسا ۾ بہ ساڳئي نموني وارا ھي بيت ٿو ڏئي.

چي

ترڪ ڪر ترڪ کي وڃڻ ڪنان وڃ،
آھي اي اُھڃ، سٽي سٽائيج تون.

وڃي رس وڃڻ کي، وڃڻ پڻ وڃاءِ،
لوڪان پاڻ لڪاءِ، لڪيان پڻ لڪيج تون.

حد ٿو ڪري سر مارئي ۾، جتي چوي ٿو:

آءُ بندياڻي بند ۾، ڪ آءُ پيس بند؟
مون ھين لڳو ميھڻو، ڪ مون ھين ڪڙو ڪنڌ؟

بس ويٺو ڪو سلي.

(٨) شاھاڻو شاھ جاچ جو جبرو ۽ ڪمانگر بہ ھڪڙو
ئي آھي. زباني رنگ شين کي اُھي وٺي ٿو ڏئي، ۽ ڪين

لفظن جا ويس اُهي ڪري ٿو ڏيکاڙي، جو پڙهندڙ اينن پيو ڀانئين ته جنسي اُها شيءِ منهنجن اکين اڳيان چِٽي ڏِکي بيٺي آهي. مثلا سر سهڻيءَ ۾ سمنڊ جي صورت کهڙي نه پوري پوري ٿو چٽي! چي:

دهشت ڏوهر درياهه ۾ جت سٽاٽا سيسار،
بيحد با گو بحر ۾ هيبت ناڪ هزار.

دهشت ڏوهر درياهه ۾ جتي ڪُنن جا ڪڙڪا،
سهي ڪنن سمونڊ جا ماندي دل دڙڪا.

دهشت ڏوهر درياهه ۾ جتي جايون جانارن،
نڪو سنڌو سير جو مپ نه ملاحن،
درندا درياهه ۾ واڪا ڪيو وڙهن،
سڄا ڀيڙا ٻار ۾ هليا هيٺ وِجن،
پرزو پيدا نه ٿئي تختو منجهان تن،
ڪو جو قهر ڪن ۾ ويا ڪين ورن.

چؤماسو ٿو لڳي تڏهن وِچي ڪو سمنڊ تي لهرن جو رنگ ڏسي. پوءِ پرروڙ پويس ته سمنڊ جي صورت چٽڻ ۾ شاعر ڇا نه ڪمال ڪري چڪو آهي!

وري سارنگ جي منڊ ۾ سارنگ سارنگ وسائي جيڪي رنگ ٿو لائي، تنجو سربستو وستار سر سارنگ ۾ ڇا نه بخوبيءَ ٿو ڪري؟ چئي:

منڊ ٿي منڊل وڄيا تاڙي ڪي تنوار،
هارين هڙ سنباهيا سرها ٿيا سنگهار.

منڊ ٿي منڊل وڄيا آيو جهڙ جهاٽي،
هڪ ارزاڻ ان ٿيو ٻيو مکڻ منجھ ماٽي.

منڊ ٿي منڊل وڄيا ڪي اوهيڙن اوڪ،
ڇاڇر ٿي ڇنن ۾ مينهون چرن موڪ،
سرهيون ٿيون سنگهاريون پويو پائن طوق،
ميها ڇيڙ ڦنگيون ٿين سيپني ٽوڪ.

موٽي مانداڻن جي ٻري ڪيائين ٻيچ،
وڄون وسڻ آيون سارنگ چڙهيو سيج،
تنهن نوريءَ نوازيو ڏيئي ڏوڻا ڏيج،
ٻج ڪٽي پٽ هليا هاري منجهان هيج،
راضي منجهان ريج عالم سڀ آباد ٿيو.

موٽي مانداڻن جي جڙي ڪيائين جوڙ،
وڄون وسڻ آيون ٻه ٻه ٻڌائون ٻوڙ،
انن جا عالم ۾ ڪوڙين ٿيا ڪوڙ،
سارنگ لاٿي سوڙ، ساندهه سهائو ٿيو.

موتي مانداڻن جي پري ڪيائين پر،
وچون وسڻ آيون ڪوڏان ڪٽي ڪر،
مينهون پاڻ مراديون ٽڏا چرن ٽر،
وڏي اوه آيون پٽيءَ لائي ڦر،
ساري اڇو ساميون ڏين ڪير سچر،
ساڻ وانڍين ور، پريون پرچڻ جون ڪيون.

جنگ تي لڳي. ڪنن ڪويا ڪلي ڪوڏيا ڪارا ڪند هٿن ۾، اڙل وڇيرا هيٺ ڪيو هڪ ٻني تي اُلڙي ٽا اڇن، ڪينن رڻ ڳجي ٽو ۽ راڙو ٽئي ٽو تہ ڳجهيون رڻ چانئين ٽيون چڏين، اُنجو سربستو، ستار وري بخوبيءَ سر ڪيڏاري ۾ هنين ٽو آلي. چي:

جهمنديون اچن جهوليون جهونجهارن جون،
پايو ٻڪ ٻهار جا اُنجون وهون واڪا ڪن،
پٽين پار ڪڍن، رڻ ڳجيو، راڙو ٽيو.

بهادر ڳڏيا بهادرين ڪڙڳ ڪلول ڪن،
وجهن ڌڙ ڌڙن تي هاڪاريو هٽن،
ڪرن ڪنڌ نچن، رڻ ڳجيو، راڙو ٽيو.

ڪرن ڪنڌ نچن. ترار جو ڌڪ لڳندو، سو اول اوس سسي ٽورو ڌڙ کان متي ٽينديءَ ۽ پوءِ ڪرندي. ان متي ٽيڻ ۽ پوءِ ڪرڻ کي ٽو شاعر نچڻ ڪوٺي.

پاڪ جنجا پير ڪنان هيٺ نه ڪوڙيا،
تنگ ترارن تڇيا چٽيو پون چڳير،
ڊوند تنهين جا ڊير، ڳجهين ڳري لايا.

ڇپرجنن پهون، تنن رڻ ڳجهين ڇانئيو،
ونڪا ونڪن گڏيا ڊوڙيو ڏين ڊهون،
مهاين وهون نير مهانگو ڪنديون.

نير مهانگو ڪنديون. اينئن آهي ته ڪنهن شيءِ جو واهپو اوچتوئي اوچتو وڌي ويندو آهي ته اُنجو اگهه آڪرو ٿي پوندو آهي. هتي به هنن عورتن جا هيترا مڙسارو جو مرندا ۽ عذر ۾ پاڻ نير رنگيل ڪپڙا جو ڪنديون، انڪري نير جو اگهه چڙهي ويندو، ۽ نير مهانگو وڪامندو.

پکين ڪي ڏسي ٿو سدائين ٿا هيڪاندا رهن. ڳڏ ڪائن ڳڏ پين. ڳڏ ڳهمن ڳڏ ڳهتن. ڳڏ سمهن ڳڏ ڪن. پلڪ هڪ پنگت ڪنان پاسي ٿين ته ويڳاڻا وتن. ڇاتي ڇڇيو پوين. تڏهن چوي ٿو:

وڳر ڪيو وتن پرت نه ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيڙن ماڻهنئان ميٺ گهٽ.

وڻ تي ته واه جو بيت ٿو ڏئي. ڇي ڏسو ته ڪهڙو

نہ سدورو آهي،

چاڙپ لڳي، ڇڳا ڇڻن ميوا ۽ ٻور.
ڪهاڙو لڳي، ڪوڪ نہ ڪري توڙي ڪريس چور.
پاڻ جلائي، ڇاون ڪري، نت انهي تي نور.

ان ڪري پاڻکي صلاح ڏني تہ تون بہ:دل ڪر درخت جي دستور،

(٩) تنهن ڏاران شيءِ کي جاچي ڪري منجهائنس گڻ بہ واہ جوڙتوڪيڊي. پاڻيءَ ۾ ڏسي تہ بدبدا اُٿن تہ گهٽي مهل جالين ني ڪين. لهرون لڳنن ۽ اُتينيءُ اڌ تيو پون. تنهن تي پاڻ کي سمجهائي تہ تہ سدورا.

جر ۾ ڦوٽو جئن لهرن لڳندي اڌ ٿئي،
تون پڻ آهين تئن، دنيا ۾ ڪو ڏينهڙو.

اُن ڪري،

تانگهي ۾ تاڻي ٻڌ پنهنجو تُرهو،
اونهي ۾ آڻي ڪونہ ڏيندءِ ڪو ٻيو.

سُئي نماڻي وٽ، تنهنکي وري ڏسو ڇا نہ شرف ٿوڏني! ڏسي تہ ويچاري ڪيئن ڪپڙا سبي، خلقون پيني پهراني، پر پاڻ اُگهاڙي جي اُگهاڙي تي رهي. تڏهن

ٿو چوي:

پاڇا هيءَ نہ پاڙيان سرتيون سٿيءَ ساڻ،
ڍڪي اُڪهاڙن ڪي ڪين ڍڪيائن پاڻ.

(١٠) وڏي خوبي سندس هيءَ آهي، جو جدا جدا نمونن ۾ جدا جدا ماڻهن جي واتان، عشق الاهيءَ جي باب ۾، ڏاڍا ٿو غضب جا ڏوهيڙا ۽ لوڙائو ڏئي، ۽ او رڻ اُهي ٿواوري، جن ٻڌي دل درد ۾ ڳريو وڃي، ۽ من شاعر جي سوزواري خيال ۾ محو ٿيو وڃي. ڪٿي ڏس تہ سسئي ٿي، لوڪاٽي لڄ لاهي، پنهونءَ پٺيان ڏونگر ٿو ڏوري، ڪٿي ڏس تہ مومل ٿي، راتين جون راتيون راڻي جي اوسيڙي لڳي، اکين کي اوجاڳا ٿو ڏئي. ڪٿي ڏس تہ ماروئي ٿي، عمر جي ڪوٽ ۾ ويهي، ملير ملڪ ۽ ماروئڙا ٿوسنياري، ڪٿي ڏس تہ ليلان ٿي، نيٺ مٺيي ڪي مچ ۾ وجهي، چنيسر ڪاڻ، ڳوڙها ٿو ڳاڙي! ڪٿي ڏس تہ سهڻي ٿي، سياري سيه رات ۾، ساهڙ ڪاتر، ڪاريهر ڪن ٿو تري، ڪٿي ڏس تہ گندري ٿي، سمي ڄام کي حرفت سان هيرائي هٿ ڪري سائس سهچ ٿو ڪري. ڪٿي ڏس تہ سورٺ ورتي، راڳ تي ريجهي، ڪناريءَ سان ڪنڌ ڪپي ٿوڏئي، ڪٿي ڏس تہ "لوئي" ٿي ڪارا اوڍي، مير حسين تي ماتم ٿو مچائي. ڪٿي ڏس تہ ڪاپائتي ٿي، آتڻ ۾ ويهي چاه مان چرخو ٿو چوري، ڪٿي ڏس تہ ڪن ڪٺ ڪاپٺ ڪاپڙي ٿي، طمع کي ترڪ ڪري، ويهي رام ٿو ريجهائي. مطلب تہ

نوان نوان ويس ۽ وَرن ڏکي، ويهي اندر جو حال
ٽواوري، ۽ روح رهاڻ ڪري، ۽ پلٽون پلٽيندي، لاهوت
بہ لنگهي، وڃي هاهوت کي حد ٽو ڪري، ۽ نيٺ پاڻ
سڃاڻي، پرم پد پائي، ائين
ٽوڃاڻي، تہ:

پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين،
هنا اڳهين گڏ، ٻڌڻ ۾ ٻہ ٽيا.

پاڻ پردو پاڻ کي سٽي ڪر سنڀال،
وچان جو وصال، سو تان هئڻ هنجو.

پاڻ پردو پاڻکي طالب سٽج تون،
نڪا هان نہ هون پردا سڀ پاسي ٽيا.

جهنگ ڪامي پٽ ٽيو پڳي چوران لڪ،
سيڪڙو ۽ سڪ ٻئي گڏيا پاڻ ۾.

جن وڃايو وجود سي فاني ٽيا في الله ۾،
نہ تن قيام، نہ قدور، نڪي ڪن سجود،
جيلانهن ٽيا نابود، تيلا نهن رسيا بود کي.

ياد رکڻ گهرجي تہ اهو "وحدت وجوديءَ"
واروئي خيال آهي، جنهن تي صوفي مت جي پيڙھ ٻڌل
آهي، ۽ شاه لطيف شاعر اهو خيال پنهنجي شعر ۾

ڪيئن نہ بخوبيءَ نروار ٿو ڪري! ڪن ڪي شت اهو خيال نہ بہ آئڙي، ۽ سمجهن جو اجايو خفقان آهي، تہ بہ اُهي صاحب ايترو تہ قبول ڪندا تہ اُن جي نروار ڪرڻ ۾ شاعر علمي لياقت واه جي ڏيکاري آهي.

(۱۱) پر هي تہ وڏا قصا ۽ ڪهاڻيون ٿيون، شاهاڻو شاه ڳوٺاڻيون ڳالهيون جيڪي سنڌ ۾ مروج آهن، اُنکي بہ شعر ۾ آڻي، سندن معرفت وڏا اونها خيال نروار پيو ڪري، پڻ، جيڪي ساٺ سڳڻ، زالون مڙس، جدا جدا وقتن تي ڳنديندا آهن، تنکي بہ پنهنجي شعر ۾ شرف ڏيئي ٿوچڙي. انڪري بہ تہ سندس شعر ناپند ٿي پيو آهي، ۽ پڙهيل ڇا اڻ پڙهيل سڀ ڪي پيو وڻي.

ڳالھ ڪندا آهن تہ انڌن جي هڪ لڱا سڌ ٿي تہ هاٿي ڏسون، تنکي آڻي هڪ مٺل هاٿيءَ اڳيان بهارياءُ. پوءِ، هڪڙو هاٿيءَ جي ڪنن ڪي هٿ لايو پيو چوي تہ "اڙي ادا هاٿي تہ ڪو وڃڻي جهڙو ٿو ٿني!" تہ پيو وري رڳو هنجي سونڍ ڪي هٿ لايو پيو چوي "نہ ڙي نہ هاٿي نانگ جهڙو ٿو ٿني!" وغيره وغيره. شاه لطيف سر آسا ۾ اها ڳوٺاڻي ڳالھ هئن ٿو آڻي.

منَي هاٿيءَ سين مامرو اچي پيو انڌن،
مناڙين هٿن سان، اکنين ڪين پسن،
في الحقيقت فيل کي سڄا سڃاڻن،
سندي سردارن، بصيرت بينا ڪري.

۽ ان جي وسيلي خيال هي ٿو پڌرو ڪري ته دنيا جا لوڪ به هنن انڌن جي نيائي آهن، جو هو به ڏٺيءَجي حد پيا ٺهرايائين. هڪڙا چون سچي سائينءَ جي سڌ اسانکي ئي آهي، ٻيا چون ته ٻيا سڀ ڪوڙا، خدا جي خبر اسانکي ئي آهي. وغير وغيره. سچ پچ هن ساري وس جو مالڪ ڪير آهي، تنهنجي سڌ اُنهن کي آهي، جنجون اندر واريون اکيون کليل آهن، ۽ جي پرمارٿ ۾ پورا آهن. پيچاڙيءَ واريءَ تڪ ۾ هي اشارو پڻ ٿو ڪري، ته ان اندر وارين اکين ۾ سوجهرو تڏهن ٿو پوي. جڏهن ڪامل مرشد مهر جو هٿ ٿو ڌري.

ٻي هيءَ ڳالهه ڳوناٺا ڪٿندا آهن ته هڪ لڳا سانوڻيءَ ۾ پاڻي جا بحر ٿٺي پيا، ۽ جهر جهنگ پاڻي پاڻي ٿي پيو. تنهن تي ڳچ جيترين مڇين پنهنجا جهونا ماڳ ڇڏي اچي هڪ نئي تلاءَ ديرو ڄمايو. نئيءَ شيءِ مان سياريڪ گهڻو مزو ايندو آهي. هيڪاري اُها شيءِ هيڪاندي هٿ اچي ويندي آهي، ته پنج ئي گيهه ۾، ڇڻ ساڄي لڳي آهي. هنن مڇين کي به هيڪاندو تلاءُ ملي ويو، تن ڏاڍا پٺي منجهنس چوچ ڪيا ۽ مزي ۾ ڏينهن گذاريا.

پر مند ڦري ته تلاءَ مان پاڻي سڪندو ويو. اتي مڇين اکيون پٽيون ۽ صلاح ڪئي ته موٽي ماڳ هلجي ۽ وڃي اصلوڪو وطن وسائجي. پر هڪڙي منجهن هئي، جا

مڇي مڇي ٻوه ٿي پيئي هئي، سا چوي "آءٌ ڪا هي تلاءُ ڇڏيان." گهڻوئي سمجهايائونس ڪيائونس پر هنڪي هوانڌ، چوي "انهيءَ ترۍءَ تيل ئي نہ پوي جو آءٌ اوهان ساڻ هلان،" آخر تہ ڪمر اهڙو ٿيو جو تلاءَ جو پاڻي سمورو سڪي ويو، ۽ هن هنيليءَ جو ڏاڍو برو حال ٿيو. شاه صاحب اها ڳالھ سر ڏهر ۾ هيئن ٿوآڻي.

متو آهين مڇ تلهو ٿو ٿوناهٽين،
جا تو ڏٺي اڄ تنهن پاڻيءَ پنا ڏينهڙا.

جان واهڙ ۾ وه تان تون نہ موٽيو،
ڪائي ۾ ڪوه ڪرئين پوءِ موٽڻ جو پھ؟
سر مٿي تون سھ مهميزون ملاحن جون.

جان جر هئڙو جال تان تون مڇ نہ موٽيو،
پونيئي اڄ ڪ ڪالھ سانيويون سانگن جون.

جان جر هئڙو سير تان تون مڇ نہ موٽيو،
آڏا اڏيئي ڪير، گهٽ بہ جهليئي گهاتئين.

۽ اِن جي وسيلي طالب کي هيءَ ٿو چينپ ڪري تہ جڏهن وجھ هوءِ مايا جي مهراڻ مان ٻاهر نڪرڻ جو تڏهن ڪيئي تنگاماڻي، هاڻ جڏهن راهون رد ٿي ويون اٿيئي، ۽ جار ۾ چوڙ ڪنيو ڦاسي ويو آهين، تڏهن ٿو پھ ڪرين تہ ٻاهر نڪران. اجايو ٿو پاڻي ولوڙين. ويٺو

هٿ هڻ ۽ ڪرم پٽ.

جاڃر جاتون نہ ڏئي، ڏايا نہ موهي،
سڏون ڪوہ ڪري، سا پنهنجي ڪانڌ جون.

هن بيت ۾ وري هڪ سوڻ جو اشارو ٿو ڪري جو هندو عورتون ڳنڍينديون آهن. گهر وارا سندن ٻاهر هوندا آهن ۽ وٽائن چڻي چپاتي نہ ايندي اٿن تہ ويچاريون اٽي جا ڏيا ٻاري وچي درياہ تي تارينديون آهن. پوءِ جي ڏيا واٽ تي وساڻا نہ، ۽ سلامت وڃي پار پهتا تہ سمجهنديون جو گهوٽ اسانجا چڱا ڀلا آهن ۽ ترت اچڻ وارا آهن. نہ تہ سوڻ ئي ابتو ٿيو.

سو شاہ صاحب چوي ٿو تہ جيڪا عورت درياہ تي ڀيرو نہ ٿي ڪري، ۽ ڏيا موهي اُتي نہ ٿي تاري، سا وري ڪانڌلاءِ سچي سڏڪوہ ٿي ڪري. مراد بيت جي هيءَ آهي تہ جي ڪنهن ڪان پرينءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو نہ تہ ٿني تہ پرينءَ جي پچار وري چالاءِ ٿو ڪري. اهڙي سچي عاشق ڪي ڪپي تہ نينهن جو نانءُ نہ ڳنهي.

(۱۲) سندس شعر ۾ اهڙو ڪوجادو آهي، جو پڙهندڙ جدا جدا اکرن جو ارٿ سمجهي نہ سمجهي، تہ بہ ڪيترن هنڌن جوهر سارين سٽن جو تہ هرگز جهٽيو وٺي، ۽ شاعر جو خيال سندس هنيانو ۾ گهڙيو وڃي. نہ تہ بہ پڙهڻ ۽ ٻڌڻ مان ڪيس نهايت مزو تہ پيو اچيئي

اچي. سر آسا ۾ اهڙا بيت جهجها آهن، جا ٿو چئي؟

اک اُلٽي ڏار، وانءُ اُلٽو عام سين،
جي لهوارو لوک وهي، تون اوچو وه اوپار،
منجهان نوچ نهار، پُرُ پٽيرو پرينءَ ڏي.

سرمو سياهيءَ جو رنن کي رهاءِ،
ڪاني ڪارائي جي مڙس ٽي مَ پاءِ،
اکين ۾ اٽڪاءِ لالائي لالن جي.

سرمو سفيديءَ جو جڏهن وڌو جن،
تڏهن ڏٺي تن اڇائي عالم ۾.

(۱۲) ميناج ۽ رس، شعر سندس ۾، وري اهڙوآهي، ۽ عبارت اُن جي اهڙي سٺي ۽ گهري آهي، جو ننڍو وڏو اُتس اکن ڇڪن آهي. اهڙو ڪو سندس شعر سنڌين کي ڇلي وڌو آهي، جو گهڻا پيرا ڏٺو ويو آهي ته ڪافي ڪري ڪنهن بئي ڪامل فقير جي چيل هوندي آهي، ته به ڪائن، ڳائڻ مهل، پڇاڙيءَ واريءَ تک ۾، از خود "اديون عبداللطيف چئي، لالون لال لطيف چئي"، نڪري ويندو آهي.

(۱۴) خيال سندس ڳوڙهو ۽ زور ڀريو آهي. اُن ڪري ڪيترا ڪيس "سنڌ جو حافظ" ڪري ڪوٺيندا آهن. بيشڪ اُڻ ان لقب جو لائق آهي، ۽ چنجي ته ڪن

صورتن ۾ حافظ کان بہ گوءِ کٽي ويو آهي، تہ بہ جڳائي.
ڪئن جو حافظ جي شعر ۾ ظاهري خوشي ۽ طبع جي
هلڪائي بلڪل گهٽي آهي، ۽ عشق جا خيال جيڪي شاعر
نروار ڪيا آهن، تن ۾ ليڪو لنگهي ويو آهي، جنهن
ڪري آدمي اشراف، "اخلاق جي عشق ۾ سرگردان
صاحب" پڙهنس تہ ايئن پيا پائين، جو شاعر ڪو وڏو
شرابي ۽ پڪو رند آهي. پر شاه صاحب جو شعر اهڙو
سنجيدو ۽ ڏيان وارو آهي، جو ڇا ملو ڇا قاضي پڙهنس،
تہ جي اڻ پڇو نہ، تہ بہ گهٽو تٽو تہ اوس سمجهن جو
شاعر وڏو الله والو اشراف آدمي آهي. حافظ اُرسطوءَ
وانگر يڪدم وينو اهڙيون ڇوه واريون ڳالهيون ٻڌائي،
جو عشق جي باه اُمالڪ وچڙيو وڃي. ۽ پڙهندڙ جو مغز
تپيو وڃي. پر لاڪيٽو لطيف سقراط وانگر، ڏيرج ۽سانه
ستيءَ سان ور وڪڙ ڏيئي، مٺن ۽ سهڻن مضمونن ۾،
وڏيڪ سوال جواب ڪري، دل کي پرچائي، آخر اهڙي
اٽڪل سان اچيو پنهنجي ڳالهه تي بهاري، جو هنيانوَ کي
ڇڪيو وٺي. سر آسا ۾ هڪ هنڌ ٿو چوي "اچرج تہ
ڏسو. هن سنسار جي ساگر ۾ اُجلائي بہ مون کي پاڻ
وڏو اٿس، وري چويم بہ پاڻ پيو تہ پلؤ متان پسائيندو
آهين."

مونکي مون پرين ٻڌي وڏو ٻار ۾،
اُيا ايئن چون، مچڻ پاند پسائين.

ڀلا هي بہ ڪو نمونو آهي؟ پاڻيءَ اونهي ۾ بيٺو

رهبو، ۽ پلو نہ پسندو؟ سو سالڪ ڪمائيءَ واري صاحب
کي ٿو وينتي ڪري تہ تون ڪو پنڌ پيچرو ڏس، ۽ تون
ڪو ڏس ڪر ڏي.

پيو جو پاتار سو ڪٺن پسڻ ڪان پالهو رهي؟
سالڪ مون سيڪار ڪو پھ انهي پاند جو.

پوءِ، اُتيئي، اُن جي جواب ۾ وٺي ٿو هينيان بيت
ڏئي. چي:

ڪر طريقت تڪيو، شريعت سڃاڻ،
هنئون حقيقت هيرئون، ماڳ معرفت چاڻ،
هو ثابوتيءَ ساڻ نہ پسٽان پالهو رهين.

ڪوڙي ڪج م ڪڏيهين ڦڪي ڀائنج ڦانگ،
ساري سناسن جئن لائق رکج لانگ،
تہ چارئي چنيءَ پاند، او سا ڳنهي اُڪرين.

سندس شعر جي سنجيدگيءَ ۽ سپڪائيءَ جي
ڪيتري ساراه ڪجي! سود مند ۽ سريلو وري ڪهڙو
آهي! سر ڪيڏاري ۾ هڪ هنڌ سوره کي ٿو چوي:

سوره مرين سوڀ کي تہ دل جا وهم وسار،
ڪڻ ڀالا، وڙھ ڀاڪرين، آڏي ڍال م ڍار،
مٿان تيغ ترار مر تہ متارو ٿئين.

ڪوئنر ڪلي جا ڪوڏيا جانڪي تائين جي،
مٿان اڙن اُسري رڪ پيالو پي،
ڳاهه ڳجهن جو تي، ويني جن ورهيه ٿيا.

ڪانڌ ڪلاڙين ڪپڙين وَرَ ناهيو آءُ،
جت سانگين جي سٽ وهي اُت وڪه وڌندي پاءِ.
تان تان پيومَ لاهه جان جان نؤڏين نه چڙهين.

سندس خيال جي بلندي به ڇا نه آهي!

(١٥) هرڪو ناليرو شاعر پنهنجي زماني جو تواريخ نويس ۽ پهلوان پرست ۽ محب وطن پڻ ٿي رهيو آهي. ۽ شاهانه شاهه جي خاص خوبي هيءَ به آهي، جو هو ان ڳالهين ۾ به پوئون ڪين پيو آهي. سر پرڀاتي، سر بلاول ۽ سر ڏهر، ٽيني سر سارائي، اُن سمي جي سورمن جي سورمائيءَ ۽ سردارن جي سخا جي صفت ڳائڻ ۾ صرف ٿو ڪري، ۽ سر سارنگ، سر مارئي ۽ سر ڪاهوڙي، ان ٽن ۾ وري اول درجي جي حب وطني ٿوڏيکاري.

سپڙ، تن ڏينهين، هڪڙو سخي سردار ۽ لس ٻيلي جو حاڪم ٿي گذريو آهي. سر پرڀاتيءَ ۾ اُنکي ساراهي ساراهي آسمان سان ڪٺي ٿو لائي. ڇي

تون سپڙ، آءُ سيڪڙو، تون صاحب، آءُ سڳ،
پيچي تنهنجو پڳ ڪلهي پاتم ڪينرو.

تون سپڙ، آءُ سيڪڙو، تون ڏاتار آءُ ڏڏ،
سٽي تنهنجو سڏ ڪلهي پاتم ڪينرو.

تون سپڙ، آءُ سيڪڙو، تون ڏاتار آءُ ڏڏ
سٽي تنهنجو سڏ ڪلهي پاتم ڪينرو.

تون سپڙ، آءُ سيڪڙو، تون ڏاتار، آءُ ڏوه،
تون پارس، آءُ لوه، جي سڃين تہ سون ٿيان.

ڏارتار تہ تون ٻيا مڙيئي مڱڻا.
مينهن منداڻتا وسڻا سدا وسين تون،
جي گهر اڇين مون تہ ميرياڻي مان لهان.

انهي سپڙ سخيءَ جي قبر لس ٻيلي جي پسگردائيءَ ۾ اوله تي آهي، ۽ هينئر خاص زيارت جو مڪان آهي.

سنڌ ۾ ٻيو بہ هڪ ناليرو سردار ٿي گذريو آهي، جنهنجو نالو جکرو آهي ۽ ذات جو سمو آهي. سُر بلاول ۾ وري اُن جکري جو جس ٿو ڳائي. چي:

جکرو جوڙي پاڻ ڏڻيءَ پيدا ڪيو،
ڪيهر جيئن ڪر ڪٽيو مڇون مل موڙي،
سمنڊ جيئن سير ڪيو ٿو ٻار جيئن ٻوڙي،
گهوٽ چڙهيو گهوڙي پيچين لائيا پيچرا.

جڪرو جس ڪرو ہيا سپ انيرا،
جيايئن جڙيو جڪرو تيايئن نہ ہيا،
مٿي ان ماڳا اصل هئي ايتري.

انڪريئي،

ڏٺي جادم جڪري چت نہ ہنيا چڙهن،
تہ ڪي ڪوه ڪڇن، جي سر ليي سيرو.

پيلا سر تلاءُ. سيرو تارا تار لڏو تہ پوءِ ڪنهنڪي پيئي آهي جو وينو ڪوه ڪٽندو. تٺن ئي جادم جڪرو وينوآهي تہ ہيا سور وير ياد پون چو ٿا؟ چت ئي ڪين چڙهندا.

آءُ تہ

جڪري جهو جوان ڏسان ڪونہ ڏيهن ۾،
مهڙ مڙني مرسلين سرس سندس شان.

اُ

جيهس ڪونہ جهان ۾ سنڌ صورت هند هاڻ
پاٺوندر پاڻ حال پسي پيال ڪري.

عجب تہ اهو آهي، جو

ڏمريو تہ ڏئي پرچي تہ پاٹ پري.

پرچي تہ پاٹ پري. پاٹ معنيٰ پينار.
پرچي تہ أنکي پري، اها ڳالھ وسهڻ آسان آهي.
پر هو جو چوي ٿو تہ "ڏمريو تہ ڏني" سو ڪيئن؟

وڏڙن کان ٻڌبو آهي مير صاحبن جي مرضي ٿيندي هئي تہ هرويرو ڪنهن پنهنجي رياست جي ڪامورن کي ورسايون تہ ٿوريءَ گهٽيءَ ڳالھ تان وٺي اول أتس ڏمريا هوا، پوءِ وري أتيني أنکي پرچائي ڪٽي کيس سروپاءِ ڍڪائيندا هوا، ۽ شاهي خزاني مان انعامون ڏياري اڏي ڇڏيندا هوا.

شاه صاحب چوي ٿو تہ جکرو بہ اهڙو سخا جو صاحب آهي.

ڏمريو تہ ڏني پرچي تہ پاٽ پري،
جنگ جکري کي ٻني چگيون چت ۾.

أنکري

ڪوه نہ جهارئين جکرو جنهن ڏيه ڍيا ڏيني؟
ڏس تہ

جي لڏيا ٿي لينگهن ۾ شالن ۾ سيني،
سمي سيپني طاماعو تار ڪيا.

پوءِ اهڙو جو جکرو آهي، تنهن کي ٿو دعائون ڪري.

جکرا تون جيئين! تنهنجو ڪنين مدو نه سٽان،
اکين ۾ هيننن ٻنهي تاري تنهنجي.

جکرا جيئن شال! تنهنجو ڪنين مدو نه سٽان،
جيئن تو اچي ڪاله نالائق نوازيا.

۽ ٻڌائيس ٿو ته تنهنجي وڏي خوبي ڪهڙي آهي جو:

گهٽا گهوڙي چاڙهئين مسافر مسيت،
پڇين ڪانه وڏيت جي آياسي اڳهيا

اُنڪري،

پانڊپ سين نه پاڙيان سوين ٻيا سردار،
آهي مثل مينهن جي سخي تنهنجي سار،
حاتم هڙده هزار جهڙ تنهنجي جهپيا.

جهڙ تنهنجي جهپيا هزارين حاتم،
ڪوجهن سندا ڪم ڪاملن ري ڪير ڪري!

ظاهري ساراه سپڙ ۾ جکري سردارن جي ٿو

ڪري، پر باطني مدح مڙئي پنهنجي پير مرشد جي ٽوڪائي.

حب وطني، تنهن تي ته سرمارونيءَ ۾ پلٽجي ٽوپوي. چي:

الله اٿن مَ هوءِ جٿن آءٌ مران بند ۾،
جسو زنجيرن ۾ راتو ڏينهان روءِ،
پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڇنم ڏينهڙا.

واجهائي وطن کي ساري ساه ڏيان،
هي سر سانڍيه سامهون منهنجو نج ميان،
مقاميائي مارئين وچي ٽر ٽيان،
ميائي جيان جي وڃي مڙه ملير ۾.

واجهائي وطن کي آءٌ جي هت مياس
گور منهنجي سومرا ڪج پنوهارن پاس،
* * * * *
ميائي جياس جي وڃي مڙه ملير ۾.

سنڌ ۾ ٻيا به ناليرا صوفي شاعر ٿي گذريا آهن. جهڙوڪ سامي ۽ دلپت، سچل ۽ روحل، بيڪس ۽ بيدل. عنايت ۽ گل وغيره وغيره، ۽ ڏاڍو سڪ پريو ۽ سود مند، سوادي ۽ سڀڪ شعر چيو اٿن، پر اسانجي شاهانه شاه سان سندن جاءِ نه آهي. حقيقت جي واٽ ۾ سين

جي حد ڪري هيڪڙي هوندي، پر شاعرانه قابليت ۽علمي لياقت ۾، ساڻس ڪنهنجي نه هلندي. بيشڪ ٻين سالڪن به پلٽون پلٽون آهن، ۽ واه جي روح رهاڻ ڪئي آهي، پر شاهانه شاه منجهن منهن موڪ آهي، ۽ سندن مجلس جو مور آهي.

مولانا رومي جي مثنويءَ بابت چيل آهي.

مثنوي المعنوي المولوي
هست قرآن در زبان پهلوي

ساڳي هام شاه لطيف پنهنجي شعر نسبت هيننن آهي. چي:

جي تون بيت ڀانئين سي آيتون آهين،
نيومن لاڻن پريان سندي پار ڏي.

چنجي ته

شاه صاحب جو رسالو ڀنڌجي
آهه گيتا منجهه ٻوليءَ سنڌ جي.

به جاءِ دارد، نه ڪين جڳائي.

## هو بہ هو خوبين ۽ خاصيتن جي جاچ

سُر ڪلياڻ ۽ سر جمن ڪلياڻ، سر ڪنڀات ۽ سر رپ، سر آسا سربرو سنڌي ۽ سر پرڀاتي ۽ سر ڪاهوڙي، ان اٺن سرن جي خاص خوبي ايءَ آهي، جومنجهن شاعر پريم جي پرتاب ۽ عشق جي عمل جو زبردست ذڪر ذاتي ٿو ڪري، ۽ اهي ڪٺي ٿوپلٽون پلٽي جو وس ڪري ٿو ڇڪي. بي نظير بيانا ۽ عمدا استثاره ڏيني، هيڪانديون هڪ ڪريون ۽ رنگين روپڪ ٻڌي، اُهي وٺيو ٿو لاتيون لنوي، جو پڙهڻ ئي سان پتو پاڻي ٿيو وڃي، ۽ هيڪاري جي حقيقي معنيٰ اچي وڃي تہ دل اتي اُڏاميو وڃي

جتي عرش نہ اُپ ڪو ذرو ناهہ زمين،
نڪي تارا ڪتيون نڪي جسم جنين.

سر ڪلياڻ ۾ صوفي سونهاري کي عاشق بنائي، ۽ سندس اندر ۾ جا سڪ جي چڪ ٿي ٿئي، تنهنکي سوريءَ جي صورت ڏيني، ڪيس هئن ٿو چوي تہ:

سوري سڏ ڪري اُيي عاشقن کي،
جي اٿينئي سڏ سگھڻ ۾ ته ڪڻ نه پيرپري،
سسي ڏار ڏري، پڇج پوءِ پريتڙو.

چو ته:

اصل عاشق پانهنجي سسي نه سانديين،
لاهيو سر، لطيف چئي، ساه سلهاڙيو ڏين،
ڪلهنئون ڪاٽين، پڇن پوءِ پريتڙو.

۽

اصل عاشقن جو سر نه سانڍڻ ڪم،
سوَ سسنئان اڳرو سندو دوسان دم،
هي هڏ و ۽ چم پڪ پريان جي نه پڙي.

پيو به

سوري آه سينگار اصل عاشقن جو،
مڙڻ، موٽڻ، ميهڻو تي نطاري نروار،
ڪسڻ جو قرار اصل عاشقن کي.

۽

سوري سينگاري اصل عاشقن کي
لُڏيا ڪين، لطيف چئي، ٿيا نيزي نطاري.

سو، پڇي ٿو ته سڏ اٿو ته:

سوريءَ مٿي سيڻ کهڙي ليکي سنرا

آهن؟ يعني سوريءَ تي چڙهي، اسان جا صوفي سيڻ خوش پيا ٿا گذارين. ڪهڙو ليکي کهڙي؟ ٻي مصرع ۾ تنهن جو جواب ڏئي. چي:

جي لَهه لڳا نيڻ تـہ سوريائي سيج ٿي.

يعني اهو سڀ پريم جو پرتاب ۽ عشق جو عمل آهي. عاشقن جون اکيون عشق الاهيءَ ۾ اٽڪيون تـہ سندن لاءِ اُها سوري سيج آهي.

سوريءَ مٿي سيڻ کهڙي ليکي سنرا؟
جي لَهه لڳا نيڻ تـہ سوريائي سيج ٿي.

۽

سوريءَ چڙهڻ، سيج پسڻ، اِي ڪم عاشقن،
پاهون ڪين پسن، سائو هلن سامهان.

وري عشق مان جيڪو آنند ٿو اچي، تنهن کي صورت ٿو ڏئي شراب جي، ۽ مرشد کي ٿو بنائي ڪلال يعني گتيوال، ۽ صوفيءَ عاشق کي چئي:

جي اٿيني سڌ سرڪ ۾ تـہ وون ڪلال ڪي هٽ،

۽

لاهي رڪ، لطيف چئي، مٿو ماٽي مٽ.

چو تہ

ناڻي ناھ ڪڪوھ ڪي ملھ مھانگو مند،

تڏھن؟

هي تنھين جو ھنڌ، مٿن پاس مرن جي.

سو

سِرُ ڏيئي سٽ جوڙ ڪنھن پرڪالن سين،
ڪَاتي ڪرٽ ڪپار ۾ خنجر آڻي ڪوڙ،
مرڻان منھن مَ موڙ، وٺي ٿي وڏ لھي.

پوءِ من ترشنائن ميٽڻ، ۽ پرم آنند جي پراپتيءَ لاءِ، پرينءَ يعني مرشد جي پاران، عاشق يعني صوفي طالب تي جي آفتون اچي ٿين ڪڙڪن، تنڪي ٿوصورت ڏئي ڪاتيءَ جي، ۽ عاشق کي چئي تہ چي ڙي ميان عشق ڪمائڻ سکيو آھين، تہ انھيءَ ڪاتيءَ پٺي ڪنجھ نہ. اھي مصيبتون مٿيون ڪري پيو پوڳ، ۽ ماڻھن سان بہ ان جو بيان بنھ نہ ڪر. چي:

جي تون سکڻ سکيو تہ ڪاتيءَ پٺي ۾ ڪنجھ
سپيريان جي سور جو ماڻھن ڏجي نہ منجھ،
اندر اِيُ اھنج سانديج سکائون ڪري.

سچي عشق جو ليکڻ آهي بہ اهو. پيو بہ

سڄڻ سنيون ڪن، لوڪان ليکي ونگيون،

رڳو ڇا؟

سندي سپرين پر پروڙڻ ڏاکڙو.
پريان سندي پار جي مڙيئي مٺائي،
ڪانهي ڪڙائي چکين جي چيت ڪري.

سر ڪلياڻ جي فصل ۲ ۾ اچي ٿو ڦڙہاٽين کي ونيي. ڇي اهڙا،

سڏڙيا شراب جون ڪه پچارون ڪن،

پيلا

جہ ڪات ڪلالن ڪڍيا تہ موٽيو پوءِ وڃن،

هي تہ

پڪون سي پين سرَ جن جا سٺ ۾.

يعني تہ عشق عاشق اُهيئي ڪمائين، جي سر جو سانگو بنه نہ ڪن. ٻين جي هتي جاءِ نہ آهي. اُن ڪري ئي سر آبريءَ ۾ سسئيءَ جي واتان ٿو چوارائي:

سکن واري سڏ متان ڪا منڌ ڪري،
اندر جنهين اڏ هوت تنهين جي هنج ۾.

۽ سر ڪلياڻ ۾ ٻڌائي ٿو تہ عاشقن جي وصف ڪهڙي آهي جو:

عاشق زهرپياڪ وهه ڏسيو وهسن گهڻو،
ڪڙي ۽ قاتل جا هميشه هيراڪ،
لڳين لنؤ، لطيف چئي، فنا ڪيا فراق،
توڙي چڪنن چاڪ تہ بہ آه نہ سلن عام ڪي.

۽ اُن ڪري ئي سر جمن ڪلياڻ ۾ معشوق ڪي منٿ تہ ڪري تہ

هڻ حبيب هٿ ڪٽي، ٽيڪ مَ، ٽورو لاءِ،
پرين تنهنجي گهاءِ جي مران تہ مان لهان.

هڻ حبيب هٿ ڪٽي بانڪا لهي ٻاڻ،
ماڳهين مون منهن ٽئي، جهوليءَ وجهان پاڻ،
ان پر ساجن ساڻ، مان مقابلو مون ٽئي.

چي تون ڀل مونکي ڏک هڻ تہ مون لاءِ تہ ڪو بهانو تہ بنجي اچي، ۽ آءٌ پاڻ ڪٽي تنهنجي جهوليءَ ۾ تہ وجهان.

۽

هٽين جي حبيب محبتي ميا ڪري،
پڇان ڪين طبيب، هوند گهائن سين پيئي گهاريان.

پڻ، انڪري ئي ٽو چئي تہ

ويچارا واڍوڙ سدا شاڪر سورسين.
تاڻين مٽي توڙ، اوري ڪن نہ آسرو.

واڍوڙ معنيٰ وڍيل يعني عاشق. توڙ معنيٰ پڇاڙي. شيءِ کي پڇاڙيون سدائين ٻه ٿينديون آهن. هڪڙي پڇاڙي اُها جتان شيءِ شروع ٿئي، ٻي اُها جتي شيءِ پوري ٿئي. هاڻ، عاشق جيڪي آهن سي توڙ ڏي ڪيئن ٿا تاڻين؟ مطلب هي ته جيڪو سڀ شيءِ جي پڇاڙي آهي، يعني ته جنهن مان سڀ شيون اُپجن ٿيون ۽ وري جنهن ۾ اُهي سڀ وڃي سمائجن ٿيون، تنهن ڏي ٿا تاڻين. سڀ سگهارو سگهورو سائين. جنهن جو جوڙ نڪو جيس آهي. سو، ويچارا واڍوڙ يعني ڏڏيءَ جا ڳولائو سدائين شاڪر سورسين آهن،۽ ڏڏيءَ تي ئي پيا پاڙي وهن، ۽ جيڪي اوري آهي جهڙوڪ دنيا دولت وغيره وغيره. تنهن تي آسرو پنيءَ نٿا رکن.

ويچارا واڍوڙ سدا شاڪر سورسين،
تاڻين متي توڙ، اوري ڪن نه آسرو.

پر جيڪي اهي اهنج اندر سکائون ڪري نٿا سانڍين، ۽ پيا جهڄن وجهلن، ۽ آئي وئي سان ڳجهاندر ڳرهين. تن نانءِ ٿو چئي ته

آيل ان نه وسهان هنجون جي هارين،
آٿيو آب اکين ۾ ڏيه کي ڏيکارين،
سڄڻ جي سارين سي رون نه چون ڪي.

سر جمن ڪلياڻ ۾ ئي عشق کي صورت ٿو ڏئي

باه جي. ۽ چئي ٿو ته اِن آڳ ۾ جي

> ڪاڻا تن ڪٺيو، اُجهاڻن اونداه،
> جن اندر ٻري باه سُڌ سيڪا ان ڪي.

يعني ته جن پريتم سان پريت جوڙي، تن ئي ڪيس پاتو، ۽ تن ئي هيءَ بازي ڪٺي، ۽ سنسار جي ڳجهي ڳجهارت سلي. باقي جي اُجهاڻا ۽ وساڻا پيا آهن، ۽ ٺڏا ٺڪر ٿيا ويٺا آهن، تن لاءِ ته اونده آهي. ۽ ٻڏائي ٿو ته اهڙي آگ جو

> مڇ منجههين آه،

رڳو

> ٻهر ٻاف نه نڪري.

يعني ته انهي محبت جو مچ سڀ جي اندر سياويڪ ٻري پيو، رڳو ٻاهران ان جي سڌ نه ٿي پوي. ٿاندا جنن رک سان ڍڪيا پيا هوندا آهن ۽ ڏسڻ ۾ ئي نه ايندا آهن، هن سان به اهائي ڪار آهي. پر جيئن ٿاندن کي چوريو آهي يا وجڻي جي تنوار ڪبي آهي ته وري سندن شعاع ٿيندو آهي، تيئن ئي تون ان محبت جي مچ کي دکاءِ ته پنيپٽ ٻري، چو ته قاعدو آهي ته

> ڪامندن خبر پوي

يعني ته جي ان محبت جي مچ ۾ آنجي اگار ٿا ٿين سيئي پريتم کي ٿا پائين.

مڇ منجهھين آھ پھر ٻاف نہ نڪري،
چور تہ لڳي چاءِ، ڪامندن خبر پوي.

پوءِ ٽو عاشق جو ڏيان پتنگن ڏي ڇڪائي. ڇي
ڏس! ڪيئن نہ اھي عاشق سونهارا سر سنباھيو آڳ ۾
ڏوڪيو پون، ۽ لھس ٻني لچڪن ڪين، اٿلو مڇ لاءِ
واڙيءَ ڦل جيئن وھسي، منجهنس جلي سڙي رک ٿي
وڃن.

پتنگن پھ ڪيو مڙيا مٿي مڇ،
پسي لھس نہ لچڪيا، سڙيا مٿي سچ،
سندا ڳچين ڳچ ويچارن وڃائيا.

چڙھيو چڪاسين چاءِ آڳ ٻرنديءَ آئيا،
وھسن واڙيءِ ڦل جئن محبتي مڇ لاءِ.
* * * * *

سو، تون ٻہ

پتنگ چيائين پاڻکي تہ پسي مڇ مَ موٽ،
سھائيءَ سپرين جي گھڙ تہ ٿئين گھوٽ.
* * * * *

وري "آڳ" ۽ "پچڻ" لفظن تي ٿو مزا ڪري.

ڇي:

پتنگ چايئن پاڻکي تہ اڇي آڳ اُجھاءِ،
پچڻ گھٽا پچائيا تون پچڻ ڪي ٻہ پچاءِ.

ماڻهو ڪو به ڪم هٿ ۾ ڪٽندو آهي ته اوائل ۾ ڏاڍي اُڻ تڻ ۽ بي آرامي پيو معلوم ڪندو آهي. پڙهڻ ني پڙهڻ: شروع ڪبو، ۽ ڪٿي منجهائنس مزو به پيو ايندو، ته به پاڻکي بي آرام پيو پائنبو. پر جا نئي ماڻهو پاڻکي پڙهڻ تي هيرائي ڇڏيو ته پوءِ بي آرامي هلي ويندي، ۽ پڙهڻ مان نهايت مزو پيو ايندو. هاڻ، ايئن ڪن ٿورڙن پاڻکي پڙهڻ تي هيرائي ڇڏيو آهي. گهڻا تڻا ڪتاب پڙهڻ وهن ته اچيو اکين ۾ سور پوين، ۽ ڪٿي مزو به اچين. ۽ ڪٿي مزو به اچين، ته به لاچار اکين جي ٽڪ ڪان اُٿي ڪڙا ٿين. عشق به ايئن آهي. اڳيارڙيءَ ۾ ڏاڍو منجهس پڇڪو ۽ بي آرامي آهي، ۽ ان پڇڪي ۽ بي آراميءَ گهڻن کي بانهن پرائي ڇڏي آهي. عاشق صادق اُهو جو پاڻ اِن کي بانهن پرائي ڇڏي. يعني ته ايترو عشق ڪمائي جي بي آرامي بنھ نه لڪائي ۽ ڪسڻ مان ڪيس قرار پيو اچي. شاھ صاحب هنن بيتن ۾ به اهڙي نيڪ صلاح ٿو ڏئي.

پتنگ چيائين پاڻکي ته اچي اڳ اُجهاءِ،
پچڻ گهڻا پچائيا تون پچڻ کي به پچاءِ.

پتنگ چائين پاڻ کي ته جيري پؤ جاڻي،
تان تان تائج تاؤ ڏي جان اڳ نه اُجهاڻي.

ايئن جي ڪيئي ته بازي تنهنجي آهي.

بي عاشق کي هيءَ صلاح پڻ ٿو ڏئي ته

جي پيانئين پرينءَ مڙان تہ سک چورانکي ڏات،
جاڳڻ جشن جنکي سڳ سڄيائي رات.

يعني تہ جي پيانئين تہ محبوب کي ملان تہ چورن وارو رستو اختيار ڪر: جنن هو ساري رات سڄاڳ ٿيا رهن، ۽ جاڳڻ جشن ڪري ٿا چاڻن تون بہ اُن وانگر اکين کي اوجاڳا ڏي، ۽ جاڳڻ جشن ڪري چاڻ. وري ڏس چور کهڙا نہ ڳورا ڳنڀير آهن!

اُجهي ٻجهي آئيا وائي ڪن نہ وات.

رلي پني ڪو گهر چتائي اچن تہ ڪنهن کي لک ئي نہ وجهن. تون بہ ائين ڪر. ڪو معشوق چتائين تہ دهل ڳچيءَ ۾ پائي ساري شهر ۾ ڍنڍورو نہ گهمائي چڏ. ڳالهہ جو ڳورو ٿي. چورن جو ٻيو هي لڇڻ آهي.

توڙي ڪسن ڪات تہ بہ ساڳي سلن ڪين کي.

يعني جهلجن ۽ ڏاڍيون ساڻن جنيون ٿين، تہ بہ ڦاٽ ڪين ڪائن تہ چوري اسان هتان ڪئي، ۽ چوريءَ جو مال هت پوريوسين. تون اهو لڇڻ بہ چورن وارو سک.

جي پيانئين پرينءَ مڙان تہ سڳ چورانکي ڏات،
جاڳڻ جشن جنکي سڳ سڄائي رات.
اُجهي ٻجهي آئيا وائي ڪن نہ وات،

* * * *

توڙي ڪسن ڪات تہ بہ ساڳي سلن ڪين ڪي.

ڪي چوندا "عشق جي پڌر نہ پاءِ" اها جا فهمائش ٿوڏئي. سا تہ پاڻ ئي عمل ۾ نٿو آڻي. جتي ڪٿي اچي ٿوڦاٽي، ۽ عشق جو اظهار ڪري. شاعر پاڻ اُنجو قبولدار آهي، ۽ اُنجو سبب هي ٿو سڻائي،

اندر رهي نہ گهٽ سپريان جي ڳالهڙي،
ڇا ڳر سهي نہ سٽ جي مهراڻ موڄ ڪئي.

ڇا ڳر ٿيندي آهي ٻڪريءَ جي ڪل هوا سان ڦوڪيل، جنهن تي پيٽ رکي ماڻهو درياه ترندا آهن، اُنکي سنڌ ۾ سيٽاه بہ چوندا آهن. سو چئي ٿو تہ جيئن لهرن جي لوڏن ۾ سيٽاه سٽ نہ جهلي سگهي، ۽ ڦاٽيو پوي، تئن ئي سپريان جي ڳالهڙي عاشق جي گهٽ ۾ رهيئي ڪين، (اندر ۾ جو آنڌ مانڌ جو درياه وٺيو موڄون ڪريس، سو ڪڍيو اُنکي ٻاهر ڪري.)

ٻيو بہ

عاشق ڀائنين ائن تہ آءٌ سڪ ڪنهن کي نہ سلان،

پر

وهن اکيون ورچي هنئون وچ رهندي ڪيئن؟
۽ پاڻ نانءَ چئي ٿو تہ،

مون تان لڪائي گهڻو،

پر منهنجي اها ڳالهه،

روئڻ کي روشن.
مان تان لڪائي گهڻو، روئڻ کي روشن،
رسيو ريزالن کي منجهان زرديءَ ڄطن،
ويري مون ورن ڳالهه ڪياءِ ڳجهه جي.

سر جمن ڪلياڻ جي ٣- فصل ۾ اچي ٿو پوي لهار ۽ سندس سانداڻ تي. لهار کي ٿوڏسي جو سانداڻ تي ٻريل لوهه رکي، اُتس ڏکن پٺيان ڏک هڻندو وڃي، ته به سانداڻ ڪڇي ڪين، سانت ڪيو لوهه صدقي سور سهيو وڃي. ڪيس هر پلئي اُن مان ڪجهه ڪين پوي، رڳو لوهه پتلو ٿيندو وڃي، جو پوءِ مجهائنس ڪا شيءِ به ٺهي سگهي. سو صوفي سونهاري کي ٿو صلاح ڏئي ته

سهي جئن سانداڻ ڏکن مٿي ڏڪڙا،
وهه وڃايو پاڻ ڏئي ڏيائون ڏنگرين،

تيئن تون به

سِر سانداڻ ڪري پيچ هٺ لهار جو،
ڏکن هيٺ ڏري مان ڳڏينئي رُڪَ سين.

يعني ته سر کي سانداڻ بنائي، ۽ گوروءَ کي لوهر چائي. وت ڏکن پٺيان ڏک سهندو. سانداڻ ڏس ته "وهه وڃايو پاڻ" يعني پنهنجو پاڻ ڏکن جي وهڪ ۾ وڃائي، ۽ پنهنجو پاڻ صفا وساري، ڏنگر مٿان جيڪي پيا

لڳنس تنکي تڙيون پيئي ڏئي. جنهنکي پنهنجي پاڻ جي
چاڻ ئي نہ رهي تنهنکي ڏنگرن جا ڏک ڇا کندا. ماڻهو
پنهنجو پاڻ لوک شيوا ۾ ارپڻ کري ڇڏيو. تہ پوءِ
اهنج اوکيون اُتس ڇا پڙندا. سيـن کي تڙي آهي. سو
شاعر ٿو چوي تہ تون بہ پنهنجو سر ايئن ئي سانداڻ
جان سڦلو کر تہ پوءِ من رک سان گڏي ڇڏينئي. رک
ٿيو پنهنجو سچو پاڻ.

پر بيت آهي هيٺيون، جنهن ۾ لهار جي هٿ جي
صورت ٿو چٽي. چي:

کٽ کڙهي، لوه ٻري. ٺوڏاجن ڌڪن،
مترکن منهن کڍيا، ساندائيون کنبن.

پڙهندڙ ايئن پيو سمجهي ياڻءِ تہ جنسي کٽ پيئي
کڙهي، ۽ لوه پيو ٻري، ۽ ٺوڏو پيو ڌڪي، يعني تہ ٿانبا
پيا پچرن ۽ کورو پيو تپي، ۽ لهار مترکو هٿ ۾ کنيو
سانداڻ تي پيو هڻي. جنهن کري ساندڻ ۽ ڌرتي ٻئي
پيون ڏڏن.

کٽ کڙهي، لوه ٻري، ٺوڏاجن ڌڪن،
مترکن منهن کڍيا، ساندائيون کنبين.

"مترکن منهن کڍيو." "منهن کڍيا" کهڙو نہ عمدو
اصطلاح آهي. وري "ساندائيون کنبن." کنبنديون

البت جذهن مٽان متركا لڳندن. پر شاعري اهڙي رويا
ڪٽي ٽوپڙهندڙن جي اکين اڳيان بهاري، جو ڀانءِ ته
متركا منهن ڪڍن ٿا، ۽ ڏر وچون ساندائيون ڪنبڻ
ٿيون لڳن.

گوروءَ کي پوءِ وري ٿو سرائيءَ جو ويس ڏڪائي،
۽ پنهنجي روح کي تيغ يعني ترار بنائي. سرائي چنجي
اُنکي جو سراڻ يعني ڦڙندڙ روهيءَ تي ڪپ ۽ ڪاتيون ۽
ڀيا اهڙا هٿيار تکا ڪري. چي:

اڄ اڳڙيا آيا سوڌا سرائي،
پياري پاڻي تيغون ڪندا تکيون.

اڄ اڳڙيا آيا سائون ڪي سجاڻ،
لاهيندا مورياڻ، رڪ ڪريندا پڌرو.

مطلب هي ته اڄ سوڌا سرائي يعني سچا ستگور آيا آهن.
هاڻ، اسان جي تيغن يعني روحن تي جا ڪم فهميءَ ۽
ڪُڌائيءَ جي ڪَٽ چڙهي ويئي آهي، سا سراڻ تي يعني
پنهنجي هدايت ۽ سکيا جي وسيلي لاهي، اسانکي اسانجو
رڪ پڌرو ڪري ڏيندا، يعني ته اسانکي ڏيکاريندا ته
اسين اصل وٽ ڪهڙي آهيون. اُن ڪري ئي چوي ٿو ته

سرها ڏئـم سي جن جي ساجاءَ سراڻ سين،
تيغ تني جي ڪي ڪٽ نه لڳي ڪڏهين.

شاهه صاحب جي اها تہ خاصيت آهي جو ڳهرو ۽ رواجي تشبيهن جي وسيلي ئي اعليٰ ۽ اُتم خيال پڌرا ڪندو وڃي، ۽ اُن ڪري ئي سندس ڪلام ننڍي وڏي ڳوٺاڻي جي وات ۾ آهي. ساري سنڌ ۾ اهڙو ڪو واهڻ جو واڻيو يا واهي ورلو هوندو، جنهنکي شاهه صاحب جي هڪ ٻہ وائي ۽ ٿورا گهڻا بيت نہ ايندا هوندا. پڙهيل ماڻهن جي نظر ۾ تہ سندس رسالو هڪ شاستر آهي.

سر جمن ڪلياڻ جي فصل پنجين ۾ پهريائين پهريائين صوفين جا لڇڻ ٻڌائي، ۽ پوءِ هڪ ڳوٺاڻي ڳالهہ جي وسيلي وري ٻہ "وحدت وجوديءَ" وارونئي خيال نروار ڪري، اچي اُڪي ڇيڇلائي ٿو وٺي جي

پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاڻان ڏوهہ چڙهن، جيئن ورق وارين وترا.

ڇي اهي عاقل،

سا ست نہ سارين الف جنهنجي اڳ ۾،
ناحق نهارين پنا ٻيا پرينءَ لئي.

سو ٿو ويهي سمجهائيئن

ڪو ٿو ڪاغذ ڪورئين، ويٺو وڃائي مَس،
ڏوري تيان ڏِسُ، اکر جيان آئيو.

چو تہ ٻين ڪتابن جا

جيئن جيئن ورق وارئين تيئن تيئن ڏنو ڏوھ،
رھڻيءَ رھيو نہ سپرين تہ ڪھڻيءَ ڪبو ڪوھ؟

سو

اکر پڙھ الف جو، ورق سڀ وسار،
اندر ڪٽي اجار، پنا پڙھندين ڪيترا

پاڻ لاءِ چوي ٿو:

ڪتاب لکين جئن، لايوم انوسين
اسان سڄڻ تيئن رھيو آھي روح ۾ .

ٻيو بہ

جنکي دور درد جو سبق سور پڙھن،
فکر ڦرھي ھٿ ۾ ماٺ مطالع ڪن،
پنو سو پڙھن، جنھن ۾ پسڻ پرينءَ کي.

ساڳي سر جي ڇھين فصل ۾، ۽ بروي سنڌيءَ جي ڀھرين ۽ ٻي فصل ۾، سر ڪنڀات جي ڀھرئين فصل ۾، ۽ ساري سر آسا ۾ اڇي جو معشوق جي مدح، ۽ عشق ۽ عاشق جي وستار ۾ ٿو پوي، سو تہ ھڪڙو وس ٿو ڪري. سر ڪلياڻ جي ٻي فصل ۾ پاڻ چيو اٿس تہ

اسان عبادت نظر ناز پرين جو.

يعني تہ اسان عاشقن جي عبادت اها آهي، جو پرين جا ناز نخرا ڏسي، سدائين اُن جي پيا ساراه ڳايون. تنهنجي پوري پوري پيروي هت ٿو ڪري. ڇي

صورت سندين سال

سال يعني اُوجل، صفا.

صورت سندين سال پاڻ مصاحب سپرين،
موليٰ ڏنن منهن ۾ نوري نيڻ نهال.
سنڌي خواب خيال مون من مستانو ڪيو.

نظر نزيديڪون سهي نہ سگهان ساعت سيئن،
پسڻ پري سندون آءُ نالي ڳيڙي نجهران.

ڪي شت چوندا تہ هي نسوري عشق بازي آهي، ۽ پڇندا تہ هن جي معرفت ڀلا شاعر کهڙا باريڪ ۽ بلند خيال نرنئي ڪيا آهن. تنکي ڪهي تہ هي بيت ٿورو ويچار سان پڙهن ۽ جاچي ڏسن تہ شاعر ڇا ٿوچوي؟

سنڌي خواب خيال مون من مستانو ڪيو.

۽

پسڻ پري سندون آءُ نالي ڳيڙي نجهران.تنهنجو مطلب هي آهي تہ مرشد سڳورو اهڙو تہ نور سان ڀرپور

آهي جو آءٌ خواب غفلت ۾ ني ستو پيو آهيان يعني سنسار مهاچار ۾ ني سوگهو ڦاٿو پيو آهيان، تہ بہ سندس سهڻيءَ صورت ۽ ناز ڀرين نيڻن جي رڳي خيال منهنجو من وس کان ٻيوس ڪري ڇڏيو آهي، ۽ آءٌ سندس نانءُ ڳنهي پيو نجهران يعني جهوٽا کان. اجان جي سندس نج درسن پراپت ٿنيمر تہ پنهنجي شناخت ني نہ رهيمر، رچي لال ٿي وجان.

تان جي ٿين سامهان پنيرا سونهن،
سنئون ورائي سپرين منهن جي مان ڏي ڪن،
رڳو سڀ رچن تن ۾ تازائي ٿني.

۽ انڪري ني چوي ٿو تہ ڪٿي

سهسين سڄن اُڀري چوراسي چنڊن،
با الله ري پرين سڀ اونداهي ڀانئيان.

هتي هيءَ ڳالهہ چاڻڻ گهرجي تہ صوفي سونهارا جڏهن مراقبہ ڪيدي، ڌيان لائيندا آهن، تہ پهرين پهرين ڪين هڪ رويا جنسي چنڊ جهڙي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. هاڻ سندن ڪمر اِن "چنڊ" سان نہ هوندو آهي، ڪين ڪپندو آهي "مرشد جو مشاهدو." شاهہ صاحب مٿئين بيت ۾ بہ اُن جو ني اشارو ڪيو آهي. ساڳيو خيال گورن جي آسادي وار ۾ بہ ساڳئي نموني نروار ٿيل آهي . ڇي

جي سؤ چنڊا اُڀرن سورج چڙهن هزار،
ايتي چا نڻ هونديان گورين گهوراندار.

پر صوفي سونهارا "محبوب جو مشاهدو" ماڻين،
تنهن لاءِ وري ضرور آهي، جو اُن کان اڳ سماڌي لائيندي
ڀيريائين ڀيريائين هوءَ رويا چنڊ جهڙي ڏسن. ان ڪري
ئي شاه صاحب منڊ ۾ چنڊ کي منٿ ٿو ڪري.

چنڊ تنهنجي ذات سڀ مڙهايان سون سين،
اهين پرين پنڌ ۾ ڪڙ سڄائي رات،
چن جنهين ساعت پوءِ لهي وڃ لطيف چئي.

پوءِ جڏهن سڄڻ اچيس ٿو يعني "مرشد جو
مشاهدو" ٿنيس ٿو، تڏهن آڳه سان آواز ڪري چوي
ٿو:

اونداهيءَ اڌ رات ۾ پرينءَ پسايو پاڻ،
چنڊ ڪتين ساڻ پيهي ويو پر لاءَ ۾.

ڪٺي نيڻ خمار مان جان ناز ڪيائون نظر،
سورج شاخون جهڪيون ڪوماڻو قمر،
تارا ڪتيون تائب ٿيا ديکيندي دلبر،
جهڪو ٿيو جوهر، جانب جي جمال سين.

پر اها اندر واري رويا صوفي سونهاري کي ڏاڍو

ستائيندي آهي، ۽ ڪيس مرشد جي مشاهدي ڪان ڦيري پاڻ ڏي پيئي ڇڪيندي آهي. يا اينئن چئجي تہ خود صوفي اُن جو اُهاءُ ڏسي پنهنجي ويندو آهي، ۽ مرشد جي مشاهدي ڪان محروم ٿي پوندو آهي. ان حالت جو اشارو پڻ شاهہ پنهنجي شعر ۾ آڻي ٿو چوي. چي:

چنڊ مَ آءُ چڙهي سگهو ڪرمَ سوجهرو،
اسان پرين پاڻ ۾ گهارڻ ڏج گهڙي،
تو پڻ هوند سري جي پلڪ پانهيرو اُپرين.

چنڊ لڳيني منڊ سنجهيئي شيخ ٿئين،
ڪر اونداهي انڌ تہ ملان محبوبن کي.

پر چنڊ آهي اڻاسو ۽ سندس ڳالهہ مڃني نٿو. ان ڪري اُن کي طعنن سان سٽي، اُبتا سبتا حرف چئي، سخن ڳالهائي، اصل ڪين جهڙو ڪٿي ٿو ڪري. چي ڙي خود،

چوڏهينءَ چنڊ اُپرين سهسين ڪري سينگار،
پلڪ پريان جي نہ پڙين جي حيلن ڪرين هزار،
جهڙو تون سڀ ڄمار، تهڙو دم دوست جو.

چي:

چنڊ تنهنجي ذات، پاڙيان ڪين پرينءَ سين،

چوتہ

تون ۾ رات، سجڻ نت سوجهرا

چنڊ چوانءِ حق جي وڙهين جي وچڙين،
ٻـ اکيون ٽـيون نڪ تو ۾ ناهِ پيشاني پرينءَ جي.

پڻ

چنڊ چوانءِ سَچ جي مٽي نہ ٻانئين،
ڪڏهن اُڀرين سنهڙو ڪڏهن ايرين ڳچ،
جو منهن تنهنجي ۾ مچ سو پدم پريان جي پير ۾.

نيٺ ڏسي ٿـو تہ چنڊ ڪي هيترا سارا حرف ٻہ پڙهيم، هتيري ساري اُتس هاسي ٻہ ڪيم، تہ ٻہ ڪٿو ڪجھ ڪين، تڏهن وٺي ٿـو هيٺاهين، ۽ نترت سان چنڊ کي چوي.

ناسيندي معنيٰ ڪڙڻ مهل.

ناسيندي نگاه پهرين ڪج پرين ڏي،
احوال عاجزن جا آکج لڳ الله،
روز نهارين راه اکيون اوهان جي آسري.

ناسيندي نظر پهرين ڪج پرينءَ ڏي،
قمر ڪهج قريب کي نست ۽ نير
پيو پيرو سو نہ ٻر اکيون اوهانجي آسري

ناسيندي نرت پهرين ڪج پرينءَ ڏي
قمر ڪهج قريب کي ساري ساڻ سرت
پيو پيرو سو نہ پت، اکيون اوهانجي آسري

ناسيندي نهار پهرين ڪج پرينءَ ڏي
آءُ جي ڏينئي سنيهڙا چنج چنڊ اپار،
ساڄن سڀ ڄمار، اکيون اوهان جي آسري.

خيال اعليٰ آهي يا دني، سچو آهي يا ڪوڙو،
تنهنجي سڌ هڪ صوفين ڪي، ٻي سائينءَ سڳوري ڪي.
پر ان بيتن ۾ شاعر ڇا نہ علمي قابليت ۽ جاچ جي
جبرائي ٽو ڏيکاري! عبارت ئي سنڌين ڇانہ عمدي آهي!

سُر پورب ۾ وري ڪانگ کي قاصد بنائي،
هٿائنس ٽو ڪرنشون يعني سلام ۽ ڪانگيون يعني
خبرون چارون پنهنجي متي محبوب ڏي موڪلي. چي:

ڪانگل نيئي ڪانگ منهنجي ڏي محبوب کي،
لالن لائيي ڏينهنڙا ڪنهن سٽاٽي سانگ،
اهان ريءَ اڙانگ ويئي وره وسائيان.

ڪري ڪانگ ڪرنشون پيرين پرينءَ پيئيج،
آءُ جو ڏيئن سنيهڙو وچ م وساريج،
الله لڳ، لطيف چئي، ڳجهو ڳالهائي
چنان تئن چنيج تہ کيانتا خوش هنين.

زاغ تنهنجي ذات جو ٽور متي مون،
اُڏامي، عبدالطيف چئي، صبح سيٽن ڏون،
ڪج وينتيون وتريون ٻاجهائج ٻهون،
تہ لالن ڪوند لهون، جِهوتو جهان ۾.

ڪيڏي ڪانگا تو ڏيان هنيون ساڻ هٿن،
وڃي ڪاءِ ولات ۾ اگيان عجيبن،
پرين مان چون، تہ هئن قرباني ڪير ٿي؟

پرين جي پرديس ۾ تنجي ڪانگا ڪج خبر،
تہ سڀ مڙهايان سون سين پکي تنهنجا پر،
گهمي مٿان گهر، ڏج پارانيا پرينءَ کي.

مٿين بيتن ۾ ڪانگ من لاءِ آيو آهي، ۽ شاعر
رڳو من سان پي مٿو هنيو آهي. پر وري جو سنيپار ٿي
ٿئيس تہ من ماريو حرص جو ٻانهو آهي، سو ٿو چوي تہ
نہ ڙي نہ! مٿان هن من تي ويسه ڪيو اٿيئي. ڇي

سو ڪانگ مَ قاصد ڪر جو سدا ڊونڊي ڊور کي،

۽ هو

ڪندو پنهنجي پيٽ جي ڪ ويندو دوسن در،
جنهن جي ٻوليائي ٻر ٻر، سو نياپا نيئي رهيو.

سندس سپرين جو سونهن جي ڪاڻ آهي، اُنڪري
چئي ٿو تہ

ڪتو جي ڪانءُ پريان سندي پار جو،
اُنهين مٿان آءٌ ڪوڙين قرباني ٿيان.

پڻ

ماڙهون گهرن مال، آءٌ سڀ ڏينهن گهران سپرين،
دنيا تنهن دوست تان فدا ڪريان في الحال،
ڪيس نام نهال، پسڻ تان پري ٿيو.

سر جمن ڪلياڻ ۾ معشوق کي عقابيل پکيءَ جي
صورت ڏيئي سڏو ٿو ڪيس چوي

عقابيل! اکين ۾ توکي باري بان،

يعني ته اي عقابيل تنهنجي اکين جون پنبڻيون جي آهن،
سي باري باڻ يعني وڏن ٻانن ۽ تکن تيرن وانگر آهن.

عقابيل! اکين ۾ توکي باري بان،
اُڀو اڳرايون ڪرين ماڳ هٽيو مستان،
جانب تون زيان، اکين سين ايذا ڪرين.

ٻيو ڇا جو عاشقن کي اِن اکين جي تيرن سان ڦٽي، ڪين
مور ڇا ڪيو ڇڏن. هو ويچارا مستان اتيئي ڇم ڪايو
ٻهو رهن، ۽ تون اُڀو اڳرايون پيو ڪرين:

عقابيل! اکين ۾ توکي تکا تير،
ساڄن انهيءَ سينگ سين ڦٽيئي گهڻا فقير،
ٻيو مَ مارِج مير تنهنجو پهريونئي پورو ٿيو.

عقابيل! اکين ۾ تير چلايو تو،
ٻيو مر ماري سو جنهنجو پهريون پورو نه ٿئي.

پوءِ ٿو ڪري ساڻس مذاق ۽ چئي
پائي ڪان ڪمان ۾ ميان مار م مون،
مون ۾ آهين تون متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

پر ڪڏهن خيال ٿو ٿئيس ته متان منهنجو معشوق سمجهي ته هي ڪانئر ٿي ٿو وڃي، سو چئيس ٿو

جانب منهنجي جيءَ ۾ تو جي طمع هوءَ،
وٺ ڪاتي، وڍ انگڙا، ادب ڪرم ڪوءِ،
پانيان پال سندوءِ جي ساجن سنئون نهارين.

وڏي مهرباني تنهنجي، ٿورو احسان سندوءِ، جي سنئون نهاري ان اکين جي تيرن سان ڦٽي ڇڏينم.

وري جڏهن معشوق عشق جو تير پري پري ٿو هڻيس، تنهنجو بيان دلسوز ۽ دلچسپ نهايت عمدي عبارت ۾ هنن ٿو آڻي!

هيٺين بيتن ۾ سر، ڪان، سيلو، پيلو مڙني جي معني تير آهي. ٽيڪر لفظ به ان ئي معني سان ڪتب ٿو آڻي. ٽيڪر نه ته سمنڊ جو هڪڙو پکي آهي جو ٽٻر ڪو ڏيئي مڇي ماريندو آهي. سڄيو معني آچيو، هنيو. پريپڏي ڏيئي معني مڙي تي آڏوبهي. ڪرنگهر معني پٺيءَ جو ڪندو. وهيٽي معني پناري. ٻنگان معني وجه

وٺي ڇپي

سر جو سڄيو سڄڻين پر پيڊي ڏيني،
تنهن کان ڪرنگهر ڪپيو پڪن سر پيهي،
جيرا جگر بڪيون پاسارِيون پيئي،
ويڇننون ويني ٽي وهيٽي سڄڻين.

سر جو سڄيو سڄڻين پنگان پاڻ پري،
ويو وجودان نڪري ڪڙ ڪڙ ڪان ڪريءِ،
پڇو پير پري ته ڪي نريو هٽ حبيب جو.

"نريو هٽ حبيب جو" ڪهڙو نه عجيب اصطلاح آهي. گهايو ڇڏي. دل ميڻ ٽي وڃي. شاه اهڙين ليئون گهٽيون ٽو وجهي.

سر جو سڄيو سڄڻين پيهر پاڻ پري،
سو ڇمڪيو ڇوه مان ڪڙ ڪڙ ڪان ڪري،
جيرا جگر بڪيون لنگهي پيو پري،
لڳو جيءَ جڙي تاٽيان تند نه نڪري.

سر جو سڄيو سڄڻين سينگ منجهان سيلو،
ٽيڪر ٽڪيو ڪينڪي پار لنگهيو پيلو،
هٽڙ سين حيلو جانب جيڏوئي ڪيو.

انڪريني ڇوي ٽو ته

ڪڏهن ڪونہ ٿيوم آتارو عشق جو،
محبوبن منٿون ڪري سکڻ سيکاريوم.

۽
هيرائي هٿ ڪيو هنئڙو حبيبن،
پڏي ڪچيءَ تند سين سلاڙيو سيٽن.

يعني تہ مون کي عشق جي سڌ ئي ڪانہ هئي،
محبوبن ئي منٿون ڪري مون کي سکڻ سيکاريو. ۽

ڪڙو منجھ ڪڙي جنن لهار لپيٽيو،
منهنجو جي جڙي سپريان سوگهو ڪيو.

ساڳيو شيخ سعديءَ وارو خيال. چي
عشق اول معشوق پيدا مي شود.

پر وري بہ هيٺاهين پاڻ ٿو وٺي، ۽ نهايت نئڙت ۽
نياز سان معشوق کي چئي

ساڄن سپاهي آءٌ جو آهيان،
اڇان ويل سڀ ڪنهين وڃان واجهائي،
لالن تو لائي ڪينڪاريم ڪرن کي.

تون صاحبزادو سپرين آءٌ نسورو نؤڪر،
بيحد ڪريان بندگي هٿ پڏي حاضر،
چين چيڏيندس ڪين کي دوست اوهان جو در،
مون تان مهر نظر پرين لاهہ مَ پانهنجو.

ٿ

جانب تون جيڏو آهين شان شعور سين،
مون تي ڪر منهنجا پرين توه تسي تيڏو،
اِي ڪامل ڪم ڪيڏو جنن نوازينم نگاه سين.

پڻ

هوڏي هوڏ چِڏي جي مان گهر اچين سپرين،
ڳالهيون ڳجهه اندر جون تن گهريون تو ڏي،
جي وهين ڳڏ گوڏي ته دور سٽاينءِ دل جا.

وري معشوق جي چلو لاين جو بيان هيٺين بيت ۾ بخوبيءَ هئن ٿو آڻي.

ڪڏهن طاقيون ڏين ڪڏهن ڪلن در دوستن جا،
ڪڏهن اچان اچڻ نه لهان ڪڏهن ڪوٺيو نين،
ڪڏهن سڪان سڏ کي ڪڏهن ڳجها ند رڳڙهين،
ڪڏهن وڃان وڃي نه سگهان ڪڏهن سڏ ڪرين،
ڪڏهن ڪجن ڪينڪي ڪڏهن ٻاجهه پريا ٻولين،
ڪڏهن حرف نه پڇن هيڪڙو ڪڏهن قول ڪرين،
اهڙا ني آهين صاحب منهنجا سپرين.

سر آسا ۾ نهايت مزو ٿو ڪري، جتي اهڙي نخريلي محبوب کي ٿو چئي ته هي منهنجا مٺا!

اکين ۾ تي ويهه ته آءُ واري ڍڪيان،
توکي ڏسي نه ڏيهه، آءُ نه ڏسان ڪي ٻيو.

تارن ۾ ڪر تڪيو ونين ۾ ٿي ويھ،
پرين اکين ۾ پيھ تہ آءٌ آچارو ٿيان.

ونيون معني اکين جون مالڪيون. آچارو معني ڍَڪُ. هنن بيتن جو مطلب بہ ڏاڍو ڳوڙهو آهي. تصوف جو تت اِن ۾ اچي ويو آهي.

سر جمن ڪلياڻ ۾ هڪ هنڌ اچي ٿو وٺي عاشق ڪي. چي ادا

عاشق ائن نہ هون جنن تون سڄي انگڙين،

تڏهن؟ هو

وڃي در دوستن جي رت ڏهاڙي رون،
ٻي پر ڪنهين نہ پون ماڪر محبوبن سين.

ماڪر معني قبول.

ٍ
جان عاشق مٿي رت تان دعويٰ ڪري مَ نينهن جي،
سائو منهن، سونهن ڳئي، سڪڻ ايُ شرط،
نڪي ڳوڏ ڳرٽ، مٿان سر سؤدا ڪري.

ڳرٽ معنيٰ نالي جي ڳوٽري.

ساڳيون جنن فارسيءَ واري چيو آهي.
عاشقان رانہ نشاني اَي پسر
آہ سر دو رنگ زرد و چشمِ تر
انتظاري، بيقراري، درد سر
سوز سينہ، جانگدازي، بيخبر.

پر تنهنجو ڪهڙو حال آهي؟

اجا تو منجهاءَ ڪکہِ ڇتي رت نڪري،

پوءِ

منهن ۾ معشوقن جا ڪنن جهليندين گهاءَ؟
سو تون ڪچاڙياءَ سڪڻ جون سڌون ڪرين؟

سچو عاشق آهين تہ

جي هو پائين ڪان ڪمان ۾ تہ سينو سپر رکہ،
منهن ۾ معشوقن جا چاڪ چڪتا چکہ،
سوري ڀانءِ مَ شڪ، عاشق ٿي تہ اُبهين.

اُبهين معني بچي پوين.

جي هو پائين ڪان ڪمان ۾ تہ سينو سپر ڏيج،
منهن ۾ معشوقن جا جهالو ٿي جهليج،
پاهان پڳہ ۾ ڏيج عاشق ٿي تہ اُبهين.

جي هو پائين ڪان ڪمان ۾ ته نئي ڏج سينو،
ڪجي نه ڪينو وجي در دوستن جي.

۽

محبت جي ميدان ۾ عاشق ٿي آ چام،
سمهان سل، سيد چئي، ڪندءِ تير تمام،
ڪهج ڪوم ڪلام، جم دوستننون دور ٿئين.
آچام معني تير چٽڻ جو نشان. جم معني جئن م، متان.

محبت جي ميدان ۾ سر جو سانگ مَ ڪر،
لاهي سر، لطيف چئي، اڱيان دوستن ڏر،
عشق نانگ اپر، خبر ڪاڏن ڪي پوي.

محبت جي ميدان ۾ ڪڏي پؤ ڪاهي،
ڇڏي آ سانگو ارواح جو لاهوتي لاهي،
عشق نانگ آهي خبر ڪاڏن ڪي پوي.

پيو به

عشق نه آهي راند جئن ڪي ڪنس ڳيرو،
تڏهن؟

جيءَ جسي ۽ جان جي ڀيجي جو هيڪاند،
سو
سسي نيزي پاند اُچل ته اڏ ٿئين.

اڌ ٽئين معني تنهنجي جسم ۽ جان جي وچ ۾ جا ڳنڍ آهي سا ڇڙي پوي. بيت جو مطلب هي ته سرتي مصيبتون سهه ته جوهر کليني. پرينءَ سان پريت جوڙڻ، سندس صحبت جو ساءُ چکڻ، ۽ محبت جو مزو ماڻڻ الي ٻلي راند نه آهي. هتي اڌ ٽيٽو آهي.

سر ڪارايل ۾ به عشق کي نانگ جي صورت ڏيني، عاشق کي چنيٽو

سنهاپانءِ مَ سپ ويا واسينگن جا،
جنهين جيءَ جهڙپ هاٿي هنڌاهين نه چري.
سنها پانءِ مَ سپ سُڪا جنهين پيٽ،
تنهين جيءَ چپيٽ جنگن کي جوکو ٽئي.

ان لاءِ

عاشق معشوقن جي وٽي ويه ڳري،
جم ورچي ڇڏئين سندي دوست دري،
ويندءِ ٽپ ٽري ڏيندا ٻڪي ٻاجھ جي.

عاشق معشوقن جو وٽي ويهج ڏر،
اچي پڇندءِ سپرين لهندءِ سار سير،
پلاٿيءَ جو پر رهبر ٽيندءِ راه ۾.

عاشق معشوقن جو وٽي ويه دڪان،
پنج پيش پرين جي پٽيءَ وجهي پاڻ،
ته تون تنين ساڻ سدا رهين سرخرو.

سر رپ ۾ ٻي صلاح هيءَ ٿو ڏئيس تہ

نهائينءَ کا نينهن سک منهنجا سپرين،

جا ڏس تہ

سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاف نہ نکري.

تون بہ

نينهن نهائينءَ جان ڍڪيو ڪو نہ ڍڪئين؟

ٻيلا:

چر چيري چڏي تہ ڪنن پچندا ٿان؟
سو تون ڪنيارن کن ڪريجان ڳالهڙي.

يعني ڪنيارن واري ڳالھ ياد رکجانءِ. جنن هو نهائينءَ
کي ڍڪي چڏيندا آهن، تنن تون بہ

عشق لکو رکج، پڌر نہ پائج.
سر آسا ۾ هنن پڻ ٿو چئيس تہ

اکيون سيني ڌار جنهن سان پسين پرينءَ کي،
ٻئي ڌانهن ڪيم نهار گھڻو ريسارا سپرين.

۽

نيراناني نيڻ نني آڇ پرينءَ کي،

چو تہ:

ستر ڪاڏا ڪيڻ جهِ ڏنو منهن محبوب جو.

پوءِ جڏهن اکيون اڙنس ٽيون، ۽ نانڪ نينهن جي لڳيس ٽي، تڏهن تہ پلٽجي ٽوپوي. چي:

ڪي جو ڪيڏانهين اکيون پسي آئيون،
تانئين تيڏانهين پييون پاڻ مهاڙيون.

ڪي جو ڪنهين پار اکيون پسي آئيون،
ٽيون ديوانيون دل ۾ اپر لڳين آر،
تهان پوءِ قرار ستيون ڪين سيد چئي.

ڪي جو وڃي ڪاله اکيون پسي آئيون،
لالون ڪيون، لطيف چئي، جانب جي جمال،
ٽيا نيڻ نهال جنهين دلبر ديکيو.

آخوند گل محمد پنهنجي "ديوان گل ۾" چيو آهي تہ:

اندر ۾ عشق جنهن جي جاءِ پنهنجي ٽو وهي جوڙي،
وسن برسات جئن دائم تنين جا نيڻ ٽيا آلا.

شاه لطيف بہ پنهنجي اکين نانءِ چئي ٽوتہ

هاڻ تہ وسن ۽ وهن ڏهاڙي ڏسڻ لئي،
جئن جئن پرين پسن تئن تئن نشا نينهن جا.

وسن ۽ وهن ڏهاڙي ڏسڻ لئي،
ڏسي ڏسي اکيون توءِ تلاشون ڪن،
ڏايون نه ڏاپن پسڻ منجهان پرينءَ جي.

پيلا:

اکين کي آهين عجب جهڙيون عادتون،
سور پرائي ساٿ جا وجيو وهائين،
اُتي لنو لائين جتي حاجت ناهه هٿيار جي.

اکين کي آهين وڏا وجهه وڙهڻ جا،
اُپيون منڊي مامرو جهيڙو نه لاهين،
جنن سي ڪڪر اُپ تنن آڳميون آهين،
جهڙ ڦڙ نه لاهين وسن ورسيءَ مينهن جنن.

اکين کي آءُ جان ڪي جهلون پائيان،
لوڪ لتاڙي ننڊ ۾ ساجن سو ناءُ،
مون کي مارياءُ پاڻ پرچي آئيون.

اکين پنهنجي مت پالسين پالهين ڪئي،
اُتي وڃي لڳيون جتي جان ڪپت،
نڪا ڳالهه نه ڳت جيءَ ڏني ريءَ نه جڙي.

اکڙين آرو مونهان پڇي نه ڪيو،
اُتي وڃي اڙيون جتي چوڻ نه چارو،
هننڙو ويچارو واٽون جهليو وجهلي.

نيٺ جڏهن سماجهي در سندس سوال اکهي ٿو، ۽
پاڻ جيريئي جانب جو جمال ماڻي ٿو، تڏهن چوي ٿو.

شڪر گڏيا سون سپرين جيري جاني يار،
ويني جن جي وٽ ۾ ڪوڙين ٿين قرار،
ڏٺيم ڪر نہ ڏار پاڙو تن پرين سين.

ڏاتر مون ڏيکاريوهوتن جو حضور،
پرين پرچڻ جو ڪيو موٺاني مذڪور،
اي دوستن جو دستور جئن چنان چنن ڪين ڪي.

منهنجي مندائن جي ڪل پريان پيئي،
ڪڏهن ڪوسا نہ ٿيا ڏوراپو ڏيئي،
ساڄن سيپئي ڍڪيم ڍول ڍلائيون.

۽ اصل ايتري قدر رنگ ۾ رچي ٿو وڃي جو چوي ٿو تہ

مون ڪي اکڙين گهٽا ٿورا لائيا،
تہ پڻ پرين پسن ڪٺان جي ڪر سامهيون.

وري بہ "وحدت وجوديءَ" وارو ئي خيال.

ڪڏهن ڪڏهن خيال ٿنيس ٿو تہ آءٌ جو هئن
پڌر پيو ٿوپايان سا تہ هلڪائي آهي، ان مان پلائي نہ
آهي. متان ڪنهن ڪاڙو ڪيڙ ڪي خبر پئجي وڃي، ۽ خار

لڳنس، ۽ وٺي اسان ۾ پرين جي وچ ۾ ڦيٽاڙي وجهڻ جي ڪوشش ڪري سو پاڻ کي سمجهائي ٿو ته

سڪ سڪائي سِڪُ، سڪَ نہ آهي سٿرن،
لڪ لڪوٽيءَ لڪَ تہ ڪَرن خبرنہ ٿئي.

اتيني وري بي پرواه بڻجي، وٺي ٿو ڇوه مان چئي تہ ڙي

خبر ٿي ڪرن کي تہ مون کي ڪندا ڪوه؟
صورت سپيريان جي ڏٺي ڪونهي ڏوه.

پيو بہ

ڪر ڪاريندو سي ماڻو جن پريتڻو،
جوش جلايا جي ماري تن مات ڪيو.

پوءِ تہ وسائي ٿو ڪاري پٽ ڪر تي ڇي:

ڪر کي ڪپر ڪاءِ نانگ مٽيارو نڪري
اَپِي جو اوناءِ سر پر سندي سڄڻين.

يعني اسان پرين کي پاڻ ۾ ڳالهائيندو ڏسي تہ ڪارمنهون ڪنڙا پيو ڏئي. اها عادت ابليسي گهٽڻ ۾ آهي، ڏاڍو اُن جو ارمان آهي. اوهان مان متان ڪو اها عادت ڏاري، ۽ پاڻ کي هن بيت جو مهاڏو ڪاري. ۽

ڪر خراب ٿئين هيا هچارا،

پورينئن ڳليون پرينءَ جون چوڏاري چارا،
مرين منهن ڪارا سڙي انهيءَ سور ۾.

پوءِ ٻڌائي ٿو ته اِن جو نتيجو ڇا ٿيو آهي جو

ڪر جا ڪڏ ڪنئي پوڻ ڪارڻ پرينءَ جي،
تنهن ۾ پاڻ پئي غيبتي غار ٿيو.

سو سپاجهي در سوال ٿو ڪري

الله ڪر جين مندي جن جي من ۾،
اسان ۽ پرين جون اميدون پسن،
تنهان پوءِ مرن سڙي انهيءَ سور ۾.

بس! سمنڊ جون لهرون آهن. پيون لهن ۽ چڙهن. شاعرانه موج اِن کي چوندا آهن. پر نهايت حد ٿو ڪري جڏهن چوي ٿو ته

عاشق ته عزازيل ٻيا مڙيئي سڏڙيا،
ڪارڻ سڪ سبيل لعنتي لال ٿيو.

يعني ته سچو عاشق خدا جو عزازيل فرشتو هو. لال مان لعنتي ٿيو، ليڪن پنهنجي پريم يعني خدا کي ڇڏي آدم جو سجدو نه ڪيائين، جيتوڻي امر به الله ئي ڪيس.

اُنکرينئي سربرووي سنڌيءَ ۾ چئي ٿو تہ:

دل جو دلبر هيڪڙو گهڻا تا نہ ڪجن،
دل ڏجي تنهن هيڪڙي توڻي سو سڪن،
سي چلولا چنجن جي در در لائين دوستي.

انهي ساڳئي سر ۾ پڻ ارمان ٿو ڪائي تہ ڪهڙو وڃي سمي جو حال رهيو آهي.

آدمين اخلاص مٽائي ماٺو ڪيو،
ڪون ڪائي ڪنهن جو سندو ماڙهونءِ ماس،
دلبر هن دنيا ۾ وڃي رهندو واس،
ٻيو سڀ لوڪ لباس ڪو هڪدل هوندو هيڪڙو.

يار سڏائي سيڪو جاني زباني،
آهي آساني ڪم پئي ڪل پوي.

سسئي ناںءِ هڪ هنڌ چيو اٿس:

ڪو جو آيس ڪوڏ ٻاروچاڻي ذات جو،
جي هو چونس ٻوڏ تہ جي سٽائي جڳ ڪي.

ساڳيو خيال بخوبيءَ سر ڪنيات ۾ ٿو آڻي. چي:

ڪم ڪمندن ڪٿيو هارايو هوڙن،
چڪيو نہ چوندن هو جو ساءُ صبر جو.

ڪني ڪين پرائيو منجهان ڪيني ڪين،
هي هوءِ سٽاڻي سينگ تہ زه چِني جوکو ٿئي.

ڪيني واري جو تير ڪمان ڪشيل بہ چڱو هجي،
تہ بہ مهل تي زه ڇجي پويس، ۽ فائدي ماڳ اُٽلو ٽوٽو
ٿئيس. يعني تہ ڪم راس ٽيل بہ ڦٽي وڃي.

اَن ڪري

نمي ڪمي نهار تون ڏمر ڏولائو،
ٿئين ساجائو جي اپين انهيءَ پرتي.

ڏولائو معني رولو. ساجائو معني ساجه وارو.

نمي ڪمي نهار تون ڏمر وڏو ڏک،
صبر ۾ سپ سڪ جي سنواريا سمجهين.

هو چونئي، تون م چؤ واتان ورائي،
اِڪ اِڱرائي جو ڪري خطا سو ڪائي،
پاند ۾ پائي ويو ڪيني وارو ڪين ڪي.

هو چونئي، تون م چؤ واتون ورائي وڻ،
سيني سين، سيد، من ماري ڪرمڻ،
ڪاند وڏيائي ڪيڻ، ڪيني منجهان ڪين ٿئي.

سٺي ويڻ ڪنن سين ورائج م وري،
هاديءَ جي هدايت جي آهي اِيءَ ڳري،
تن سڀي ساه سري، جن ماريو نفس مات سين.

چوندن ڪيم چنيج ويڻ ورائي سامهون،
ڪامت قيمت جهڙي روز ڏمر ڪي ڏيج،
ويڻ مَ ورائيج ته سڀ ور سهاڳي ٿئين.

اڻ چوندن مَ چؤ چوندن چيو وسار،
ائني پهر ادب سين پر اهائي پار،
مفتي منجھ وهار، ته قاضيءَ ڪانيارو نه ٿئين.

مفتي معني فتويٰ ڏيندڙ. هتي ٿيو وويڪ. سو فتوي ڏيڻ لاءِ منجھ وهار ته پوءِ قاضيءَ ڪانيارو نه ٿئين يعني ته ڪنن ٻاهرين قاضيءَ جي ڪاڻ نه ڪڍڻي پوندي. مطلب چيا ته پنهنجن ڪرتوتن تي سخت نظر رک. ڇيڳلو نه ٿي. متان پوءِ ٻين جي واهر وهيڻو وڃين ٿين. هدايت ته قابل عمل آهي، پر ڪو مڃي!

سر ڪنيات جي پهرين بيتن ۾ سهائيءَ سفيد ڪي ساراهي، پوءِ من مستر ڪي ميو يعني اُت بنائي، ويهي جي اُن ڪي اتھ ٿو ٻڌي، ۽ دم دلاسا ڏي، سي ته واه جهڙا آهن. ڀانءِ ته ٻار ٿو پرچائي. اٿ اوڪو ۽ ائٿرو پسون آهي، ۽ جنن شاه صاحب چني ٿو ته: ڪذا تورو

ڪائي نہ ڪٽڻ هار، چندن جا چوپا ڪري،
اگر اوڏو نہ وڃي، سر ڪنڌ لهي نہ سار،
لائي جي لغار، ميو مستانو ڪيو.

ڪرهي ڪي ڪئين وڏمہ پند پلڻ جا،
ليڙو لائيءَ ڪي چري، نير ساڻ نئين،
چانگي سندي چت ۾ صاحب وجھ سنئين،
اوپاهيوس اهين، لطف ساڻ، لطيف چئي.

چانگي چئي چڪياس مٿان اڪ نہ اُلهي،
جنهن ول گهٽا وهائيا ان سين ار لڳياس،
چوڏاري چندن وڻ پچي پوچ ٿياس،
روئاري رت ڪياس ان ڪذا توري ڪرهي.

پوءِ تو سذو اُٺ ڪي چئي يعني من ڪي سمجهائي. چي

ڪرها ڪسر ڇڏ، وڪون وجھ وڏنديون،
هيڪر حبيبن سان مون ڪي نيئي گڏ،
ميڃڻ پوئني هڏ آهون اڪندين جون.

ڪرها ڪسر ڇڏ وڪ وڏندي پاءِ،
منهنجو هلڻ اُنهين جتي جانب جاءِ،
توکي چندن چاريان پيو وڳ لائي ڪاءِ،
اُنهين اُٺ اُناءِ جئن هونديءَ رات هت مڙون.

ڪسر چڏ ڪنواڻ وڪون وجهه وڏنديون،
سنئين سپيرين جي ونگي ڀاءِ مَ واڻ،
چڏ جهوري، ڏي جهاڻ، تہ هونديءَ رات هت مڙون

هڪ هنڌ تہ خوشامد بہ ٿو ڪريس. چي

ڪرها ڪر سجاڻ پيڪوءِ پانهنجو،
اصل آهي اوهانۡ جو ناليرو نڌاڻ،

سو

ڪرها اسان ساڻ، ڪي چانگا ڪج چڱايون.

پر ڏسي ٿو تہ من روپي ميو شر جو شر، تڏهن ٿو ٻڌيس ريگهڙيون. چي

ٻگل ٻگانا ياقوت جا موتين ٻتي مال،

ٻگل، ٻگلي ۾، ٻگانا، ڪننئيون ياقوتن واريون پايانءِ، ۽ مال، مالها، ٻگاني موتين ٻتي وجهانءِ.

ڪديفي جي ڪرها هيد ي پايانءِ حال.

هيدي يعني جهل، بت جو ڪپڙو سو وري ڪديفي يعني ولويٽ جو مٿان وجهانءِ. پڻ چندن چاريانءِ جال.

جال = جهجهو،

جي مون رات رسائين،

يعني جي رات جو وٽي هلي پرين وٽ پهچائينم.

ڳل ڳانا ياقوت جا موتين ڳتي مال،
ڪديفي جي ڪرها هيدي پايانءِ حال،
چندن چاريانءِ جال، جي مون رات رسائين.

ڳل ڳنا ياقوت جا موتي منجهه مهار،
چانگا چندن چاريانءِ انئي پهر اپار،
سندي پي پچار، جي مون رات رسائين.

ميا تو مهار سچي پايان سون جي،
چاريان چندن چوٽيون نايو ميندي‌ءَ ڏار،
سندي پيءَ پچار جي مون رات رسائين.

پوءِ جڏهن من مچلائي چيڏيس تـو، ۽ ساڻ سنگت جو ساڻ چکيس تـو، ۽ نانگ نينهن جي لڳيس تـي، تڏهن ساڳيو روپڪ اُٺ وارو ٻـڌي، هنن تـومن جي ڳت جو وستار ڪري. چي

اڄ نـه اڳينءَ ڏار ڪرهو جنن ڪالهه هو،
اڳڻ آيو نـه ڪري پاهوڙي پچار،
جڪس منجهه قطار ڪاول چنائين وه جي.

"ڪاول چنائين وه جي" يعني ڪا مڙيائي دنيا ڪان دونس ملي اٿس، جنهن ويچاري کي سهمائي ڇڏيو آهي، ۽ ڪاڏو پيتو وسري ويو اٿس. اُنڪريئي هاڻ:

اُٺ نہ وڃي وڳ سين چري نہ چانگو،
لڳيس نائڪ نينهن جي نهوڙيو نانگو،
ڇڏي سر سانگو، رڙهي رند پرين جي.

وري

چندن چکي آئيو ڀي ول وڄهي نہ وات،
ڪرهي ڪنور لتاڙيا رئيءَ پيئي رات،
توڏي تنهن وڻ تات، جنهن ۾ بوءِ بادام جي.

پوءِ تہ ذاتِ جا هريس، ۽ چشڪو جو آيس، سو ڍاڙي ڊوڙ اوڏانهين اٿس. ڏاين ڏاوڻن ۾ ٻڌو پيو آهي تہ اُنهن مان بہ ڇنائي نڪريو وڃي.

نونير ڏه ڏاوڻيون پندرهن پند پياس،
بغل ۾ بگهاڙيون لڳين لوه لڳاس،
جہ سڄڻ ياد پياس، تہ ڇرڪ ڇنائين هيڪڙي.

بس من کي چوٽ لڳي سهين، تہ پوءِ ڪهڙا بہ دنياجا ٻنڌڻ هوندس تہ اُن جو زور اُتس پڙندو ئي ڪين. ويئي ويئي اُن مولائي مستيءَ ۾ محو ٿي ويندو، ۽ متي مڪانن جا پيو سير ڪندو. شاعر پنهنجي من ناءِ

بہ چوي ٿو تہ نيٺ هن سان بہ اهڙوئي وڙ ٿيو آهي، ۽ هاڻ تہ جيتوڻيک

وهي منجهين وڳ

تہ بہ

ڪٽوريءَ ڏار چري .
وهي منجهين وڳ ڪٽوريءَ ڏار چري،
جڳ سين جهڙو جڳ هنئين سين هت چري.

۽

جيان ڪوڙ ٻنڪائين پنجين لکين پاءُ،
ميو تنهن ماڳاءُ ڏهالي ڏار چري.

جيان ڪوڙ ٻہ ڪائيون پنجين لکين پڪ،
تيان ڏيني تڪ ميو متارو ٿيو.

اُنڪري توکي مون کي بہ نيڪ صلاح ٿو ڏئي تہ اهڙو من روپي

لڪ لاڪيٽو ڪر هو ڪوڙين ڏيني ڪاھ،
ايلا چيون آهر ۾ پوڄ ميي ڪي پاءِ،
ڪٽ نہ ڪندو ڪاءِ جہ پلاٽيو تہ پرينءَ مڙي.

يعني من کي چڱي رستي لاءِ، مٿا مونا هٽي ڪيس ساڏ

سنگت تي هيراءِ. ۽ هيڪر دنيا کان رخ ڦريس، ۽ منهن
ساڻ سنگت ڏي ٽيس ته پوءِ منزل مقصد تي وڃي
رسائيندءِ. ڪٽ ڪندو کانه، سڏوڻي سڏو هليو هلندءِ.

شل هر ڪو اهو سبق هنئين سان هنڊائي، ۽
پنهنجي من روپي ميي کي "نوڙي نرمل نام" جي سان
ٻـنڌي رنگ ۾ رتو رهي!

---

پورو ٿيو

---

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيe-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهنـدڙ، پَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بہ ٿي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهڙي حـالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)